(سيد شاهنواز شاهه 'عارف المولي' جون تحريرون)

# پَئي پُراڻو نه ٿِئي

(مضمون، افسانا ۽ ڪهاڻيون)



وکرو سو وھاءِ، جو پئي پراڻو نه ٿئي،
ويچيندي وَلاتَ ۾، ذرو ٿِئي نه ضاعِ،
سا ڪا هَڙَ هلاءِ، آڳهه جَنهن جي اُبهين.

[شاهه لطيف]

# ڳڀي ڳراٺو نہ ڳِڀي

(پير شاهہ نواز شاهہ 'عارف المولي' جون تحريرون)

[جلد پهريون]

سهيڙيندڙ:

**احسان علي لغاري**




**هادي حسن بخش شاهہ جيلاني اڪيڊمي، ڊنڙو**

2013ع

Scanned with CamScanner

اڪيڊميءَ جو ڪتاب نمبر-2

ڪتاب جو نالو: پٿي پُراڻو نہ ٿِئي
سهيڙيندڙ: احسان علي لغاري
ڇاپو: پهريون 2013ع
ڇپائيندڙ: هادي حسن بخش شاهہ جيلاني اڪيڊمي، ڏنڙو
ڪمپوزنگ: فهد الرحمن لغاري ۽ راز محمد لغاري
قيمت: 150 روپيا
ڪتاب ملڻ جو هنڌ: هادي حسن بخش شاهہ جيلاني اڪيڊمي
ڳوٺ سبحان علي شاهہ، پوسٽ آفيس ڏنڙو
تعلقو ٽنڊو آدم، ضلعو سانگهڙ
رابطي لاءِ: سيد امداد علي شاهہ 0301-3452819
سيد پرويز علي شاهہ 0304-4081099
سيد سليم شاهہ 0343-3833464
احسان علي لغاري 0344-3092229

# فهرست

# پبلشر نوٽ

سنڌ بزرگن، عالمن، شاعرن ۽ اديبن جي ڌرتي رهي آهي، جتي سدائين املهه ماڻڪ پيدا ٿيندا رهيا آهن. سيد شاهنواز شاهه عارف المولئ جو شمار به اهڙن املهه ماڻڪن ۾ ٿئي ٿو. هو نه صرف اسانجي درگاهه مرشد حضرت حسن بخش شاهه جيلانيءَ جو ٻيو نمبر سجاده نشين هو پر سُٺو شاعر، اديب ۽ مقرر پڻ هو. سندن حياتيءَ تائين اسانجي درگاهه علم ۽ ادب جو مرڪز رهي، جتي سائين جي. ايم سيد کان وٺندي مخدوم طالب المولئ تائين جي پايي جا مدبر انسان اچي ادبي محفلون مچائيندا هئا. استاد سينڌي خان، غلام علي ۽ اُستاد منظور علي خان، منو ڪڇي کان وٺندي حسين بخش خادم تائين هن درگاهه تي اچي راڳ جون محفلون مچائيندا هئا. بکر شيدي، سيد سمن شاهه کان وٺندي قلب علي خان جتوئي جهڙا هنيلا پهلوان هتي ملاکڙو ملهائيندا هئا. مطلب ته هر طرح سان هي درگاهه سنڌ ۾ سڃاڻپ لڳي ۽ اُن ۾ عارف المولئ جي وڏي ڪوشش شامل هئي.

سائين عارف المولئ جي شاعريءَ جو ڪتاب محترم ڊاڪٽر اڪبر علي لغاري گهڻو اڳ سهيڙي ڇپرايو هو. جيڪو پڻ اسان وٽ ناياب ٿي چُڪو آهي. سائينءَ جي شاعريءَ جو گهڻو مواد اڃان ڊاڪٽر اڪبر علي لغاريءَ جي خاندان وارن وٽ آهي ۽ باوجود ڪوششن جي واپس ڏيڻ لنوائي رهيا آهن. اُن لاءِ اسين ڪوشش ۾ آهيون ته اهو مواد پڻ ڇپائيءَ هيٺ آڻي سگهجي. ان کان علاوه اسان وٽ به سائين جن جو ڪافي مواد موجود آهي، جنهن کي اُميد آهي ته آهستي آهستي ڇپائيءَ ۾ آڻبو. هن ڪتاب جي تياريءَ جو ڪم اسان جي درگاهه جي مُريد محترم احسان علي لغاري پنهنجي ذمي کنيو ۽ هاڻي اوهان جي هٿن ۾ آهي. آئون اڪيڊميءَ جي سيني ساٿين ۽ وڏيري غلام اڪبر خاصخيليءَ جو پڻ شڪرگذار آهيان، جنهن هن ڪتاب کي شايع ڪرائڻ لاءِ اڪيڊميءَ سان مالي سهڪار ڪيو. اميد اٿئون ته سائين عارف المولئ جون هي نثري تحريرون پڙهندڙن کي پسند اينديون ۽ اُن مان لاڀ حاصل ڪندا.

سيد امداد علي شاهه ”گل پير“
جنرل سيڪريٽري
هادي حسن بخش شاهه اڪيڊمي

ٻڙرو
29_04_2013

# وڪرسو وهاءِ، جو پئي پُرائو نہ ٿئي

مرشد لطيف سرڪار جي هن شاندار ارشاد ۾ اهائي هدايت آهي تہ ”اهڙو ڪم ڪر، جيڪو سدائين امر ۽ زنده رهي.“

منهنجي سائين، انتهائي معتبر ۽ معزز انسان، محفلن جي مهندار سيد عارف المولىٰ سان ملاقاتن جو سلسلو 1950ع کان شروع ٿيو جڏهن آءُ عبرت اخبار ۾ پروف ريڊر جي حيثيت ۾ شام جو نوڪري ڪندو هئس. 1950ع ڌاري ڪنٽومينٽ هاءِ اسڪول ۾ جمعيت الشعراء سنڌ طرفان جيڪو مشاعرو ٿيو ان موقعي تي هن نفيس ۽ نازڪ انسان سان منهنجي نيازمندي ٿي. هڪ نوجوان ڪارڪن جي حيثيت ۾ اسان کي اهو ئي ڪم سونپيو ويو هو ۽ هدايت ڪيل هئي تہ پنهنجي بزرگن ۽ پاڻ کان وڏي ڄمار واري انسان جي عزت ڪندا ڪريو. سائين عارف المولىٰ مون کان عمر ۾ وڏو هو انڪري سندس آجيان جنهن انداز سان ڪيم، اهو انداز ڪيس ايترو تہ پسند آيو جو پوءِ اهو زندگيءَ ڀر قائم ۽ دائم رهيو. سندس جدائي کان پوءِ سندس ئي اولاد جنهن پيار ۽ محبت سان ڪيس ياد ڪرڻ لاءِ ڪچهريون ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو آهي، جيڪو ساراهڻ جوڳو آهي.

سائين عارف المولىٰ جي تحريرن کي گڏ ڪري، ڪتابي صورت ۾ شايع رائڻ نهايت اهم ۽ بنيادي ڪم هو جنهن پڙهڻ کان پوءِ اڄ کان 70 سال اڳ ۾ لکيل تحريرن ۾ شاندار ۽ بهترين سنڌي ٻولي ڪي جنهن سلاست ۽ رواني سان اختيار ڪيو ويو آهي، ان تي داد ڏيڻ کان سواءِ دل نٿي رهي.

هادي حسن بخش شاهہ جيلاني اڪيڊمي جي منتظمين طرفان ورتل هن انتهائي بهترين ڪوشش سان سنڌ جي نوجوان نسل کي اها ڄاڻ ضرور پوندي تہ اسان جا اديب ۽ شاعر پنهنجي زبان جي واڌ ۽ ويجهہ لاءِ

صدين کان پتوڙيندا پيا اچن ۽ سائين عارف المولٰي جون هي يادگار تحريرون ان جوهڪ ننڍڙو ۽ ڪُليو مثال آهن.

هن ڪتاب جي لاءِ ٻه اکر لکڻ جو حڪم قبله سائين يار محمد شاهه صاحب جڏهن مون کي ڪيو ته آءُ پنهنجي مسلسل بيماري ۽ هٿ جي ڪمزوري جي باوجود انڪار ڪري نه سگهيس ۽ رنڊا روڙڻ شروع ڪيم. ۽ ٻه ٻه ٻن ڪلاڪن ۾ مس لکي سگهيو آهيان.

ڏٽي در التجا آهي ته شال رب سائين مون کي لکڻ جي سگهه عطا ڪري ۽ هٿ ۾ لکڻ واري ساڳي رفتار پيدا ٿئي ته جيئن دل کولي گهٽي لکڻ جي حسرت پوري ٿئي.

حيدرآباد

24 اپريل 2013ع

**پروانو ڀٽي**

# هُو جي پاڙ پٽوڙي ويا...!!!

تاريخ ۾ اُهي قومون زندهہ رهنديون آهن، جيڪي ماضيءَ تي نظر رکي حال جي جديد گهرجن پٽاندر صحتمند اصول اختيار ڪري، پاڻ کي ترقي وارين قومن سان گڏ هلائينديون آهن ۽ مسلسل اڳتي وڌڻ جي جستجو ۾ رهنديون آهن. ۽ اهو رهنما اصول هر شعبي وانگر ادب لاءِ بہ ڪارگر ثابت ٿيو آهي. نثر توڙي نظم ۾ سنڌي ادب جيڪا ترقي ڪئي آهي، اُن ۾ اسان جي اُنهن سمورن شاعرن ۽ اديبن جو ڪردار ڪنهن بہ صورت ۾ نظر انداز نٿو ڪري سگهجي، جن شروعاتي دور ۾ اهڙين صنفن تي تجربا ڪيا. لکيو ۽ خوب لکيو. شروعاتي دور جي اهڙن ليکڪن ۽ شاعرن ۾ تڪڙ کي خاص اهميت آهي، جتان جي اديبن جا ان حوالي سان ڪيل تجربن اڳتي هلي سنڌي ادب جي ترقيءَ جا دروازا کوليا. اُنهن ليکڪن ۾ سيد ميران محمد شاهہ، نور محمد خستہ، محمد هاشم مخلص ۽ محمد خان غني سميت ٻيا ڪيترائي نالا ڳڻائي سگهجن ٿا، جن جون محنتون اڄ بہ تاريخ جو حصو آهن: جڏهن تہ سنڌ کي پرڏيهي ادب سان روشناس ڪرائڻ وارن محسنن ۾ وري مرزا قليچ بيگ جو نالو وهائو تاري جيئن ادبي اُفق کي روشن ڪيو بيٺو آهي، جنهن لاتعداد ڪتاب ترجمو ڪري سنڌ جي پڙهندڙن کي پرڏيهي ادب جو ذخيرو ڏنو. ادب جي اهڙن جاڪوڙي پانڌيئڙن ۾ سيد شاهنواز شاهہ عرفِ عام "عارف المولیٰ" جون خدمتون بہ وسارڻ جوڳيون نہ آهن. عارف المولیٰ نہ صرف گهڻ رخي شخصيت هو پر هو ننڍي کنڊ جي سياسي، اُٿل پُٿل جو بہ اکين ڏٺو شاهد هو. هن جڏهن ڀرپور جوانيءَ ۾ قدم رکيو تہ ننڍي کنڊ ۾ اهو دور ورهاڱي وارا وڏ ڪٽي آيو ۽ اهڙي اُٿل پُٿل جي نتيجي ۾ ٺهندڙ نئين ملڪ يعني پاڪستان اندر جيڪي سياسي حالتون هيون، اُنهن جو بہ

هن جائزو ورتو پئي. اُن کري اهڙين ڳنڀير حالتن جو بہ هن مثان اثر اٽتر هو. اهڙين حالتن ۾ جڏهن کيس نينهن جي نانگ ڏنگيو تہ هن پنهنجو پاڻ کي شاعريءَ حوالي ڪري ڇڏيو ۽ آهستي آهستي هو نثري ميدان ۾ بہ اچي ويو. هن دور ۾ سنڌي شاعراڻي صنف "ڪافي" جو عروج هو ۽ مصري شاهہ ڪانپوءِ مخدوم طالب المولى جون ڪافيون هر زبان تي هيون. شاهنواز شاهہ بہ ان کان متاثر ٿيو ۽ باقاعدي طالب المولى جي سنگت جي سڳي ۾ پوئجي ويو جنهن کيس "عارف المولى" جي لقب سان نوازيو.

شاهنواز شاهہ گهڻ رخي شخصيت هو. هو موسيقيءَ جو چاڙهو ۽ ملهہ جي فن جو بہ واقف هو. منهنجي دوست اڪبر خاصخيلي ٻڌايو تہ هو ملاکڙن ۾ ملهہ پهلوانن کي گُرَ سيکاريندو هو ۽ ان جي دور تائين درگاهہ هادي حسن بخش شاهہ جو اوتارو فنڪارن سان پريل هوندو هو. هو سنڌ جي روايتي مهمان نوازيءَ واري صنف سان مالامال هو ۽ منهنجي لاءِ اها سڀ کان وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ منهنجي پياري دوست احسان علي لغاري سندس نثري تحريرون هٿ ڪري، اُنهن کي سهيڙي ڪتابي صورت ڏني آهي، جيڪو يقينن ڏکيو ۽ محنت طلب ڪم آهي. "پٿي پُراڻو نہ ٿئي" جي نالي سان هن ڪتاب جو مارڪيٽ ۾ اچڻ منهنجو خواب هو جنهن کي احسان تعبير جو ويس پارايو آهي. ڪتاب ۾ موجود تحريرون عارف المولى جي شروعاتي دور کان ويندي آخري گهڙين تائين جون آهن. انهن تحريرن ۾ سندس ڊائري جا ورق، مضمون، فيچر ۽ ڪهاڻيون ڏنل آهن، جنهن ۾ عارف المولى انهن موضوعن کي Touch ڪيو آهي، جيڪي اڄ بہ بحث جو موضوع بڻيل آهن، جيئن "فلسفہ عورت"، "فطرت عورت"، "عورت مرد لاءِ نعمت آهي"، "فلسفہ شادي" وغيره جهڙا سماجي موضوع اڄ جي جديد دنيا جو اهم موضوع آهن. دنيا جي جن ملڪن ۾ ماڻهن مٿين کي اهميت نہ رهي، اُتي بہ هاڻي اهڙا موضوع زيرِ بحث آهن؛ دنيا توڙي پاڪستان ۾ عورت سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو وڃي ٿو عورت جو مقام ڪٿي بيٺل آهي، اُن بابت عارف المولى جون هي تحريرون يقينن سون تي سهاڳو آهن، ان مان اسان کي اها بہ خبر پوي ٿي تہ اسانجا اديب اڄ کان 60_70 سال اڳ بہ ڪيترا نہ بيدار هئا، جو اهڙن پيچيده سماجي مسئلن تي بہ دل کولي لکيائون.

هنن تحريرن جي آئيني ۾ چئي سگهجي ٿو ته عارف المولىٰ کي منڌي کان علاوه دنيا جي ٻين ٻولين جي ادب تي به گهڻي دسترس حاصل ٿي. فارسي، عربي، اردو سرائيڪي ۽ هنديءَ کي ته اهڙو روانيءَ سان استعمال ڪيو آهي جو ڄڻ ته اهي مادري ٻوليون هجنس.

عارف المولىٰ جون هي تحريرون دنيا ۾ ڪو انقلاب نه آڻي سگهيون ته تڏهن به پڙهندڙن ۾ هڪ نئون روح ڦوڪينديون. هن کي لوچڻ ۽ لُڇڻ لاءِ همٿائينديون ۽ نوان نوان خيال پيدا ڪنديون. پڙهندڙن کي سماجي تبديليءَ لاءِ سُجاڳ ڪنديون ۽ اها ئي ڪنهن سُٺي ليکڪ يا شاعر جي خوبي آهي ته هو ٻين لاءِ اُتساهه ۽ ولوڙ جو سبب بڻجي.

حيدرآباد
28 اپريل 2013ع

**امين لاکو**

# عرضِ حال

شڪرگذار آهيان، رب پاڪ جي بابرڪت ذات جو جنهن مون جهڙي ناچيز کي بي پناهہ خوشيون نصيب ڪيون آهن. هونئن تہ خدا تعاليٰ هر نعمت سان مالامال فرمايو ليڪن ٻن شين جي ڪمي هميشہ محسوس ٿيندي هئي، هڪ هئي حضرت هادي حسن بخش شاهہ جيلانيءَ جي ڪلام جي ڇپجڻ اشاعت، جو اهو ڪلام ناياب ٿي چُڪو هو ڪو دوست اُن جي گهُر ڪندو هو تہ پشيماني ٿيندي هئي، ۽ ٻي ڳالهہ جي ڪمي جيڪا گهڻي محسوس ٿيندي هئي، اها هئي پنهنجي والد سائين عارف الموليٰ لڪڻين ۽ شاعريءَ جي. اُنهن ٻنهي ڳالهين کي هميشہ دل ۽ دماغ سان محسوس ڪندو هئس. آخرڪار ڪجهہ ادبي علمي دوستن جي صحبت نصيب ٿي، جن جي مدد سان هڪ رستو مليو ۽ درگاهہ تي ادبي بهار موٽائڻ لاءِ وس آهر ڪوشش ڪرڻ لڳس. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ هم خيال دوستن ۽ ساٿين سان گڏجي حضرت هادي حسن بخش شاهہ جيلاني اڪيڊمي جو بنياد رکيوسين، پوءِ ان جي پليٽ فارم تان ميلي جي موقعي تي ساليانہ ميگزين شروع ڪيوسين، جنهن جا ٽي پرچا ڪاميابيءَ سان شايع ٿيا. دوستن، مائٽن ۽ مريدن وٽان گهڻي موٽ بہ ملي.

هادي سائين جي رسالي جي اشاعت لاءِ مون سميت خاندان جي سيني سڄڻن وس آهر ڪوشش ڪئي، پر رسالو شايع نہ ٿي سگهيو ۽ رب سائين اهو اعزاز بہ مون ناچيز کي بخشيو ۽ گذريل ميلي جي موقعي تي اُهو ڪتاب اڪيڊميءَ طرفان شايع ٿيو ۽ سچ پڇو تہ اندر جو اڌ بارُ هلڪو ٿيندي محسوس ڪيم، ۽ هينئر بابا سائينءَ جي لڪڻين جو پهريون مجموعو

اوهان جي هٿن تائين پهچائيندي تمام گهڻي خوشي محسوس ڪري رهيو آهيان. ۽ سمجهان ٿو تہ هن فرض ادائيءَ جو ڪجهہ حصو ادا ڪيو اٿم. بابا سائين عارف الموليٰ جو ڪافي مواد اڃان اڻ ڇپيل آهي، جهڙوڪ: نعت، حمد، مرثيو، فارسي شاعري ۽ ٻيون لکڻيون، جي مالڪ سائين حياتي ۽ همت ڏني تہ اُنهن کي بہ ضرور شايع ڪرائيندس.

عارف الموليٰ نہ صرف هڪ شاعر، پر غضب جو ڪهاڻيڪار، افسانہ نگار ۽ مضمون نگار هو. سندس لکڻيون 1940ع کان ڇپجڻ شروع ٿيون ۽ مختلف رسالن اديبِ سنڌ، عام راءِ، رسالہ فردوس، نئين زندگي، مهراڻ ۽ ٻين ۾ شايع ٿينديون رهيون. مون کي ياد آهي تہ 1974ع کان 1978ع تائين بابا سائين کي لنڊن جي هڪ يونيورسٽي سندن شعر ڇپجڻ ۽ ان کي انعام ملڻ جا ليٽر موڪليا ۽ ڪيترائي دفعا دعوت نامہ بہ موڪليا. پر افسوس زندگيءَ سندن ساٿ نہ ڏنو ۽ جلد ئي رحلت ڪيائون.

هن سڄي ادبي رس رچائڻ لاءِ مون سان گهڻن سائين جو ساٿ رهيو آهي، اُنهن ۾ نور سنڌي ۽ ٻيا دوست شامل آهن. هن ڪتاب جي تياريءَ جو اهم مرحلو اسانجي درگاهہ جي مُريد احسان علي لغاري پنهنجي ذمي کنيو ۽ واعدو ڪيائين تہ وقت سِر تيار ڪري ڏيندو ۽ هُن واعدو نڀايو آهي، جنهن لاءِ کيس مبارڪ ڏيان ٿو. ان کان علاوہ هن ڪتاب جي سلسلي ۾ خصوصي تعاون لاءِ جهول جي دوست وڏيري اڪبر خاصخيلي، اسانجي مريدن خاصخيلي برادري جي تعاون سان گذريل ميلي جي موقعي تي ڏهہ هزار جو اعلان ڪيو. آئون سندن ٿورائتو آهيان. آئون سائين پرواني ڀٽي صاحب جو بہ شڪرگذار آهيان، جنهن ڪتاب بابت بہ اکر لکي ڏيڻ جي مهرباني ڪئي.

اُن کان علاوہ ٻين سائين جن هن ڪتاب جي سلسلي ۾ مالي سهڪار ڪيو. اُنهن ۾: سيد عنايت شاهہ جيلاني، سيد حيدر شاهہ، سيد غلام شاهہ جيلاني، سيد ڏنل شاهہ جيلاني، سيد پرويز شاهہ جيلاني، سيد سليم شاهہ جيلاني، سيد شعيب شاهہ جيلاني 'حسيني'،مير قادر بخش ٽالپر، شير محمد، رئيس منور علي ٿهيم، اياز علي عرف گڏو ميتلو سڪندر علي لغاري، بشير احمد لغاري، عبدالخالق لغاري، قربان سريوال، وڪيو

اسين پنهنجا وارا وڃائي وڃون ٿا، محبت جا ميلا مڃائي وڃون ٿا. [عارف المولي']



ڪتاب جو مصنف سيد شاهنواز شاهه 'عارف المولي'

سريوال، ستار بخش لغاري، جاڳڻ خان لغاري، جاويد سولنگي، ڊاڪٽر خالد فراش (هالا)، حبيب الله فراش (هالا)، فوٽو خان خاصخيلي، جمال خان لغاري، شاهه جهان خاصخيلي، سيٺ سليم (مٺائي وارو)، محمد لائق لغاري، حسين بخش حرفي، پير بخش لغاري، عبدالرشيد لغاري (جهول)، الهه بچايو ٽالپر، صديق ميمڻ عرف سنڌو (جاتي)، پپو ٿهيم (جاتي)، لونگ ممبراڻي (لاڏيون)، صديق ممبراڻي (لاڏيون)، فنڪار علي نواز رند، عاشق بوزدار، محمد يوسف ابڙو، دلبر خان باگراڻي، خيبر محمد راڄپر، پروفيسر الله بخش گهانگهرو (حيدرآباد)، امداد علي گهانگهرو (حيدرآباد)، غلام شبير ٿهيم (جاتي)، گل خاصخيلي (جاتي)، تنو مل (صالح آباد)، پورومل (صالح آباد)، سيٺ شوڪت راجپوت (ڪمال ہرڙا)، شام لال، ڪرشن لال (طيب ٿهيم)، حسين ممبراڻي (جاتي)، خان محمد گهانگهرو (حيدرآباد)، پپو گهانگهرو (حيدرآباد)، دودو گهانگهرو (حيدرآباد) ۽ دلشير گهانگهرو (حيدرآباد) شامل آهن، جيڪي نہ صرف هن ڪتاب پر درگاهہ تي ٽيندڙ ادبي پروگرامن توڙي ميلي جي موقعي تي سهڪار ڪندا رهن ٿا.

حيدرآباد

24 اپريل 2013ع

**سيد يار محمد شاهہ 'عابد المولیٰ'**

چيئرمين

هادي حسن بخش شاهہ جيلاني اڪيڊمي،

ڊنڙو

# پنهنجي پاران

هن ڪتاب کان اڳ تمام ٿورن ماڻهن کي ڄاڻ هوندي ته سيد شاهنواز شاهه 'عارف الموليٰ' هڪ سنو نثر نويس هو. مون کي پهريون پيرو جڏهن سائين يار محمد شاهه سندس ڊائريون ڏيکاريون ته اُنهن ۾ گهڻوئي نثري مواد موجود هو جيڪو پڙهڻ کان پوءِ مون کي ان ڳالهه جو شدت سان احساس ٿيو ته هن نثري ڪم جي ڪنهن کي ڄاڻ ئي نه آهي، اُن کي منظر عام تي آڻجي. اُن بعد اُهي ڊائريون سائينءَ کان ورتم ۽ زيرِ غور آندم. مون کي گهڻي حيرت ٿي جو لکڻين ۾ ايترا ته فارسي، هندي ۽ عربي لفظ هئا، جو گهڻن جي معنيٰ ۽ استعمال سمجهڻ به مون لاءِ گهڻو مشڪل ٿي پيو. ويتر جو ڊائرين جا صفحا قاتل هئا ته اُنهن گهڻوئي مُنجهايو پر چڱي ڳالهه اِها هئي جو ڊائرين تي نوٽ لکيل هئا ته اُهي مضمون ڪهڙي رسالي ۽ ڪهڙي شماري ۾ شايع ٿيا آهن. اهڙيءَ طرح اُنهن رسالن تائين رسائي ٿي ۽ سنڌالاجيءَ جي تحقيقي لائبريري، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينٽرل لائبريري، دائود پوٽه لائبريري ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي لائبريريءَ مان مدد وٺندي، ڪجهه مواد کي پيٽي تيار ڪيم.

گذريل مهيني حضرت حسن بخش شاهه جيلانيءَ جي ميلي جي موقعي تي درگاهه تي راڳ جي محفل هلندڙ هئي، جو پياري دوست وڏيري اڪبر خاصخيلي سان حال اوريم ته سائين عارف الموليٰ سُنو نثر نويس هو سندس تحريرن کي گڏ ڪريان پيو پر ڇپائي وڏو مسئلو بڻيل آهي، جنهن ٿوريءَ دير ڪانپوءِ ڪمپيئر کان مائيڪ وٺندي اعلان ڪيو ته جيڪر احسان لغاري سائين عارف الموليٰ جي لکڻين تي مشتمل ڪتاب ڇپرائي ته اڌ خرچ آئون پريندس. سيني واه واه ته ڪئي، پر ڪتاب جي تياريءَ جو ڏکيو مرحلو منهنجي ذمي اچي ويو.

مون هڪ ڊائريءَ جي ڪم کي اڳ مڪمل ڪيو هو پر جيئن تہ اُهي گهڻ صفحا ٿيا هئا، اُن ڪري وري ٻي ڊائري سائين يار محمد شاهہ ’عابد الموليٰ‘ جي حيدرآباد واري گهران وٺي اُن کي ڪمپوز ڪرايم. پروفن پڙهڻ ۾ دوست فيض محمد ۽ علي نواز آريسر گهڻي مدد ڪئي ۽ هي ڪم گهڻ وقت ۾ تيار ٿي ڇپجي سگهيو. آئون پڙهندڙن کان اِها اڳواٽ معافي بہ وٺندس تہ وقت جي گهٽتائيءَ سبب ممڪن آهي تہ ڪي اوڻايون ۽ پروفن جون غلطيون رهجي ويون هجن. اُميد تہ اُنهن کي درگذر ڪندا.

سيد شاهنواز شاهہ عارف الموليٰ جي تحريرن جو هي پهريون جُلد آهي، انشاء الله مالڪ سائين همت ڏني تہ ٻيو مواد پڻ تيار ڪري ڇپايو ويندو. آئون سائين يار محمد شاهہ عابد الموليٰ، سيد امداد علي شاهہ ۽ دوست اڪبر خاصخيليءَ جو نهايت شڪرگذار آهيان، جن صاحبن ڪتاب جي ڇپائيءَ لاءِ وسيلا مهيا ڪيا.

**احسان علي لغاري**

حيدرآباد

29 اپريل 2013ع

# (الف) سوانح حيات سيد شاهنواز شاهہ "عارف المولیٰ"

## ولادت:

شاهنواز شاهہ عارف المولیٰ تاريخ 20 آڪٽوبر 1922ع تي، سيد ڏنل شاهہ جيلانيءَ جي گهر ۾، ڳوٺ پير سبحان علي شاهہ لڳ ٻنڙي شريف ۾ پيدا ٿيو.

## تعليم:

اُن دور ۾ پير سيد ڏنل شاهہ جيلانيءَ جي نگرانيءَ ۾ ڳوٺ سبحان علي شاهہ ۾ مدرسو هلندڙ هو جيڪو سڄي ضلعي سانگهڙ ۾ مشهور هو شاهنواز شاهہ پڻ عربي، فارسي ۽ فقہ اردوءَ جي تعليم هن مدرسي مان حاصل ڪئي. ان بعد سنڌي (پرائمري) تعليم لاءِ کيس ٻنڙي جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو جتان تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ استاد محمد قاسم لاکي، استاد حاجي سومر خان لغاري، مولوي عبدالقادر لغاري جهڙن قابل استادن وٽ پڙهيو ۽ اُنهن جي صحبت ۾ رهندي مطالعي جو شوق ٿيو ۽ سندن خانداني لائبريري ۽ ڪتابن جو وڏو ذخيرو جيڪو گهر ۾ موجود هو اُن جو مطالعو ڪندو رهيو.

## شادي:

عارف المولیٰ ٻہ شاديون ڪيون. هڪ شادي سڪرنڊ تعلقي جي ڳوٺ دنگ مان سيد نبي بخش شاهہ جيلانيءَ جي نياڻيءَ سان، جنهن مان کيس چار فرزند ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد ٿيو. ۽ ٻي شادي سانگهڙ ۾ رهندڙ پنجاب جي هڪ عورت جيڪا سندن تي فِدا ٿي، ان سان نڪاح ڪيائين، جنهن مان کيس 3 پٽن ۽ ٻہ نياڻين جو اولاد ٿيو.

## وفات:

سائين شاهنواز شاهہ عارف المولیٰ 31 مئي 1978ع صبح جو فجر نماز ادا ڪري ڪنهن ڪم سانگي ڪراچي روانا ٿيا. حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي وچ تي، سپر هاءِ وي تي ڪار جو ٽائر اُڏ ٽٽڻ سبب ڪار وڃي جبل سان لڳي، ۽ پاڻ موت جي آغوش ۾ اچي مالڪ حقيقيءَ سان وڃي مليا.

## (ب) علمي، ادبي ۽ ثقافتي خدمتون

### علم موسيقيءَ جو شوق:

حضرت حسن بخش شاهہ جيلانيءَ جو ان ميلو ان وقت سڄي سنڌ ۾ شاهہ ڀٽائي، قلندر شهباز ۽ سچل سرمست جي ميلن کانپوءِ هر لحاظ کان وڏو لڳندو هو. جتي ڪيترائي فنا فنڪار حاضر ٿيندا هئا. جن ۾ الهڏنو نوناري، خيرو خان، سينڌو خان، پيارو خان، بيبو خان، منظور علي خان، فتح علي خان، طفيل خان، خورشيد علي خان جهڙا وقت جا معتبر فنڪار ايندا هئا. انهن کي ڏسندي کين علم موسيقيءَ سان گهڻو چاهہ ٿيو ۽ استاد منظور علي خان کان راڳ جي گهڻي سکيا ورتائون، ۽ اهو هر ننڍي وڏي موقعي تي ساڻن گڏ هوندو هو.

### ميلا مچائڻ:

جيئن تہ عارف المولىٰ جي وابستگي درگاهہ حسن بخش شاهہ جيلانيءَ سان هئي، ۽ سندن والد ماجد سيد پير ڏنل شاهہ درگاهہ جا پهريان سجاده نشين هئا. اهڙيءَ ريت عارف المولىٰ ننڍي هوندي کان ئي درگاهہ تي ٿيندڙ هر سال ميلي ۾ بهرو وٺندو هو ۽ والد جي وفات بعد درگاهہ جي مسند جي پڳ بہ سندن تي آئي تہ پاڻ نہ صرف حضرت حسن بخش شاهہ جيلانيءَ جي ميلي کي اوج تي پهچايائون، پر سنڌ ۾ ميلن ملاکڙن کي رچائڻ ۾ سندن وڏو ڪردار رهيو. سنڌ جي ٻين ميلن کان علاوه شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ميلي کي اوج تي پهچائڻ لاءِ پاڻ بہ سال لاڳيتو ميلي جو ٺيڪو وٺي ادبي محلفون، سگهڙن جون ڪچهريون، ملاکڙي ۽ راڳ جي محفلن تي خاص توجهہ ڏنائون.

### ادبي ذوق:

عارف المولىٰ جڏهن اک کولي تہ کين سندن خانداني وڏي لئبريري ورثي ۾ ملي، ڇاڪاڻ جو حضرت حسن بخش شاهہ جيلانيءَ جو نانو سيد سبحان علي شاهہ پاڻ عربي فارسيءَ جو وڏو ڄاڻو هو ۽ وٽن ڪتابن جو ذخيرو موجود هو. سيد سبحان علي شاهہ ادب سان چاهہ هجڻ سبب ڪاتبن کي پاڻ وٽ رهائي انهن کان ڪتاب لکرائيندا هئا. اهڙا ڪجهہ نسخا درگاهہ جي پونيئرن وٽ اڃان موجود آهن. ان کان پوءِ سائين حسن بخش شاهہ جيلانيءَ نہ صرف اُن لئبريريءَ کي سنڀاليو پر اُن ۾ ڪيترن ئي ڪتابن جو اضافو پڻ ڪيو. اهڙيءَ طرح عارف المولىٰ کي اهو سڄو مواد

ڏسڻ ۽ پڙهڻ جو موقعو ملي ويو. وري جڏهن کين مخدوم طالب المولىٰ جي صحبت نصيب ٿي تہ اُن ويتر سندن طبع ۾ نوان ادبي لاڙا پيدا ڪيا. مخدوم صاحب سان گڏ عارف المولىٰ بہ سڄي سنڌ ۾ ٿيندڙ ادبي ميڙاڪن، مشاعرن ۽ سگهڙن جي ڪچهرين ۾ حصو وٺڻ لڳا.

سائين شاهنواز شاهہ عارف المولىٰ سنڌ جا نہ رڳو وڏا شاعر هئا، پر اعلىٰ پايي جا نثر نويس پڻ هئا. سندن ڪيترائي افسانا، ڪهاڻيون، خاڪا، ادب لطيف ۽ مضمون سنڌ جي مختلف رسالن جهڙوڪ: اديبِ سنڌ، رسالہ فردوس، عام راءِ، تہ ماهي مهراڻ، نئين زندگيءَ ۽ ٻين ۾ شايع ٿيل آهن.

## عارف المولىٰ جو مطالعو:

عارف المولىٰ جي تحريرن کي پڙهڻ سان خبر پوي ٿي تہ هو نہ صرف سنڌ، پاڪستان جي ليکڪن ۽ شاعرن کان واقف هو پر هو دنيا جي ڪيترن ئي وڏن وڏن شاعرن، ليکڪن ۽ فلسفي دانن کي پڙهي چُڪو هو ۽ اُنهن جي لکڻين کان استفادو حاصل ڪندي، اُنهن جا جا مثال پنهنجن لکڻين ۾ ڏنائين. هن ڪتاب ۾ شامل مضمونن: داستانِ لب چُمي، عورت مرد لاءِ نعمت آهي، شانِ خودي ۽ جوين کي جيڪڏهن پڙهبو تہ سندن مطالعي جي بخوبي خبر پئجي ويندي تہ سندن مطالعو ڪيترو وسيع هو.

رسالي اديبِ سنڌ ۽ ٻين رسالن ۾ ڪيترن ئي مضمونن تي عارف المولىٰ سان مختلف اديبن مختلف موضوعن تي بحث مباحثا ڪيا آهن، ۽ هن اُنهن جا مضبوط دليلن سان جواب ڏنا آهن، ۽ پڙهندڙ کي حيران ڪيو آهي، مثال جي طور تي سائين عارف المولىٰ ’فلسفہء عورت‘ تي اديبِ سنڌ ۾ مضمون لکيو، جنهن جو جواب مس ضيا صاحبہ ساڳي رسالي جي ٻئي شماري ۾ ڏنو ۽ عارف المولىٰ تي تنقيد ڪئي. ان کانپوءِ وري عارف المولىٰ ’فطرت عورت‘ جي عنوان سان مس ضيا صاحبہ کي اهڙو تہ ڀرپور ۽ تحقيقي جواب ڏنو جو اُن موضوع تي وري بحث نہ ٿيو. اهڙيءَ طرح عورت جي خلاف مختلف رسالن ۾ موضوع ڇڙي پيو تہ عارف المولىٰ اُن جو جواب ’عورت مرد لاءِ نعمت آهي‘ ۾ اهڙو تہ جامع ڏنو جو اُن کي ڪو بہ چئلينج نہ ڪري سگهيو. اهڙيءَ طرح چئي سگهجي ٿو تہ سندن مطالعو تمام وسيع هو ۽ هو مطالعي جي حوالي سان سنڌ جي ناميارن اديبن ۾ شامل ٿئي ٿو.

## شاعري :

عارف الموليٰ شاعريءَ جي حوالي سان گهڻو سڃاتو ويجي ٿو جيئن تہ مخدوم طالب الموليٰ، جيڪو مصري شاهہ کانپوءِ ڪافيءَ جو وڏو شاعر ليکيو ويجي ٿو اُن سان دوستاڻا تعلق هئڻ ڪري، سندن ڪافين ۾ بہ اوترو ئي فڪر ۽ رنگ سمايل آهي. پاڻ پهرين ”عاجز“ تخلص اختيار ڪيو پوءِ ”عارف“ ۽ پوءِ مخدوم محمد زمان طالب الموليٰ جي ترغيب تي ”عارف الموليٰ“ جو تخلص ڪم آندائون، جيڪو تاحيات رهيو. سندن ڪلام تي سنڌ جي وڏن شاعرن جو اثر آهي، جن ۾: شاهہ عبداللطيف، صوفي صادق فقير، نواب ولي محمد، سائين حسن بخش شاهہ، خواجہ غلام فريد، حمل فقير ۽ ٻيا صوفي شاعر شامل آهن، جڏهن تہ ويجهي دؤر جي شاعرن ۾ مخدوم طالب الموليٰ، مرتضيٰ شاهہ ڏاڏاهي، امام علي فقير واڍو، دادن فقير، پير اعجاز راشدي جهڙن بلند پايہ شاعرن جو بہ اثر موجود آهي. سندن شاعريءَ جو هڪ ڪتاب ڊاڪٽر اڪبر علي لغاري مرتب ڪري ”ڪشتي منجهہ ڪڻا“ جي نالي سان ڇپرايو هو ۽ اڃا گهڻو مواد اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهي. پاڻ شاعريءَ ۾ وائي، غزل، مرثيہ، بيت ۽ ڏوهيڙي تي طبع آزمائي ڪئي اٿن.

## نثري صنفن تي دسترس :

نثر لکڻ جي حوالي سان سنڌ ۾ ڪيترائي معتبر نالا اسان جي سامهون رهيا آهن، پير علي محمد راشديءَ، امر جليل، عبدالقادر جوڻيجو غلام رباني آگرو ۽ اهڙا ڪوڙ سارا نالا آهن، جن جي نثري صنفن کي پڙهڻ سان دل باغ بهار ٿيو وڃي. عارف الموليٰ توڙي جو اُنهن جهڙو نثر نہ لکيو سگهيو آهي، پر سنڌ جي اهڙن نثر نويسن سان ڪلهو ضرور هڻي ٿو.

## ٻولين تي مهارت :

عارف الموليٰ جي شاعري ۽ نثري مواد جو مطالعو ڪرڻ کانپوءِ نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ پاڻ نہ صرف سنڌيءَ پر سرائيڪي، فارسي، عربي، اردو ۽ هنديءَ تي بہ سُٺي دسترس رکندا هئا. هن ڪتاب جي سيني تحريرن ۾ فارسي، اردو ۽ هنديءَ جي لفظن جو اهڙو تہ روانيءَ سان استعمال ڪيو ويو آهي، جو ڪيترن ئي جڳهن تي ڊڪشنرين کان مدد وٺڻي پئي. ان کان علاوه سندن شاعريءَ بہ ذڪر ڪيل ٻولين ۾ دستياب آهي، جنهن جي پڻ سهيڙ جاري اٿم.

## ڪجهه ڪتاب بابت:

هي ڪتاب عارف المولیٰ جي هٿ اکرين لکيل ٻن ڊائرين کي گڏائي سهيڙيو ويو آهي، جنهن مان هرهڪ ڊائريءَ کي الڳ ڪتابي صورت ۾ لکيو ويو هوءِ ڪتاب جو نالو ۽ انتساب پڻ لکيل هو. هڪ ڊائريءَ تي "ڀهڳڻ" جو عنوان ڏنل هو جنهن جو انتساب پنهنجي والد ماجد "پير سيد ڏنل شاهه جيلانيءَ جي نانءُ ڪيل آهي، جنهن ۾: فقيري چڱي يا اميري، شانِ خودي، رجب جي عيد، هنر، ڏِٺ، ڊول مارو جوڀن، مسافر، موت ۽ رات جا مضمون شامل هئا. اُنهن ۾ هُنر بابت لکيل تحقيقي مضمون کي هن ڪتاب ۾ شامل نه ڪيو ويو آهي، جو اُهو ڪٿي ڇپيل نه آهي ۽ ڊائري جا ورق ڦاٽل هجڻ سبب سمجهڻ ۾ ڏکيائي پئي ٿي، اُن کي اڳتي ڪتاب جي ٻئي جلد لاءِ رکيو ويو آهي.

ٻي ڊائريءَ جو عنوان "جوڀن" آهي، ۽ اُن ۾ انتساب نه آهي، پر هي مضمون شامل آهن: اي جانِ جهان تون ڪير آهين؟، عرفانِ محبت، غريب جي عيد، جوڀن، داستان لب چُمي، فلسفهء عورت، فطرت عورت، تاريخ مصر جو هڪ زرين باب، فلسفهء شادي، عورت مرد لاءِ نعمت آهي، مرد ۽ عورت، سنڌي عورت، موت ۽ سنگدل وغيره. انهن مان ڪجهه مضمون ٻئي جلد لاءِ ڇڏيا ويا آهن.

ڊائرين جي مواد ۽ رسالن ۾ ڇپيل مواد کي پيٽڻ مان خبر پئي ته پهرين اُهي مضمون رسالن ۾ ڇپيا آهن، ۽ پوءِ پاڻ اُنهن کي ڊائرين تي اُتاريو آهي، ۽ ڪي ضروري واڌارا پڻ ڪيا آهن. اُنڪري بهتر سمجهندي ڊائرين واري مواد کي ئي بُنياد بنايو ويو آهي.

مضمونن ۾ ڪٿي ڪٿي مصنف طرفان ڪي وضاحتي نوٽ لڳل هئا، اُنهن کي پڻ جيئن جو تيئن شامل ڪيو ويو آهي ته جيئن پڙهندڙن کي وڌيڪ تفصيل معلوم ٿي سگهن. ڪٿي ڪٿي ڊائريون ڦاٽل هئڻ سبب جملا سمجهه ۾ نه پئي آيا ته اُهي ڪاٽيا ويا آهن ۽ اُتي نشاندهي پُڻ ڪئي وئي آهي.

احسان علي لغاري

# اديب سنڌ



[illegible] شاهه او عارف جيلاني

## ايڊيٽر - غلام احمد نظامي

(اديبِ سنڌ 1951ع ۾ ٽائيٽل پيج تي 'عارف المولىٰ' جي شايع ٿيل تصوير)

# اي جان جهان تون ڪير آهين..

"ادب لطيف"



آفتاب عالمتاب جي منور شعاعن ۾ تنهنجو جلوو. ماهتاب جي پُرنور روشنيءَ ۾ تُنهنجي جهَلڪ. چمڪندڙ ستارن ۾ تُنهنجي ضيابار مُسڪراهٽ. ڪارن ڪڪرن ۾ تنهنجن سياهہ ۽ نرم زلفن جي رنگت. بَرق ۾ تنهنجي تَجلي ۽ رَعد ۾ تنهنجو گوڙ آهي. انهيءَ لاءِ آءٌ حيران آهيان تہ تون ڪير آهين؟



گلشن جي رنگين گُلن ۾ تنهنجي سرخ رخسارن جي رنگت. تنگ غنچن ۾ تنهنجي دهن جي نزاڪت. نسيم صبح جي جانفرا ٿڏڙي هير ۾ تنهنجي مشڪين جعد جي معطر مهڪ. شبنم جي شفاف موتين ۾ تنهنجي پالي پسينہ جي پاڪيزگي. باد صبا جي نازڪ رفتار ۾ تنهنجي ٽِلڻ جو نفيس آواز ۽ سر سبز درختن جي لڏندڙ شاخن ۾ تنهنجي نغمهائي قدرت جو سرور انگيز ساز آهي. انڪري آءٌ حيران آهيان تہ تون ڪير آهين؟



ويچاري بلبل تنهنجي لاءِ بيتاب ۽ نالان. حرمان نصيب پيهيو تنهنجي تلاش ۾ سرگردان. ويچارو پؤنر تولاءِ پريشان ۽ بيوطن ڪوئل توتي قربان آهي. ان ڪري آءٌ حيران آهيان تہ تون ڪير آهين؟



ڪوئي تنهنجي رنگين رخسارن تي فدا. ڪوئي تنهنجي مخمورءِ مينا بدوش نگاهن کان متوال. ڪوئي تنهنجي تير مژگان جو گهايل. ڪوئي تنهنجي زلفِ دوتا جو آسِير. ڪو تنهنجي نازڪ ۽ لال لبڙن جي جذبات پرور جنبش جي صدقي تہ ڪو تنهنجي شرابِ عشق جو مستانو آ ۽ ڪو تنهنجي محبت ۾ ديوانو آ. انهيءَ لاءِ آءٌ حيران آهيان تہ تون ڪير آهين؟



عاشق معشوق جي دلفريب ادا ۾ چڪور چنڊ جي دلڪش فضا ۾ شيخ ڪعبي ۾ برهمڻ بتخاني ۾ ملان مسجد ۾ موالي ميخاني ۾ ۽ زهاد زهد ۾ رند ساغر ۾ توکي لڌو انهيءَ لاءِ تہ آءٌ حيران آهيان تہ تون ڪير آهين؟



توئي قيس کي مجنون ڪيو ۽ دربدر رُلڻ ۽ صحرا نورديءَ جو سبق ڏنو توئي فرهاد کي ڏونگر ڏارڻ ۽ جوئي شير بنائڻ لاءِ مجبور ڪيو منصور تولاءِ سولي تي چڙهيو موسيٰ تنهنجوئي جلوو ڪوهہ طور تي ڏٺو ابراهيم ع تولئہ آڙاهہ ۾ ٽپ ڏنو يوسف ع تولئہ قيد ٿيو حسين عليہ السلام تولئہ ئي ساري ڪٽنب سوڌو ڪربلا جي تتل ميدان ۾ اُجيو بکيو شهيد ٿيو سسئي تولاءِ رڻن ۾ رُلي، سهڻي تنهنجي سڪ ۾ نهرين ۾ لڙهي، يونس ع مڇي ۾ پيو ۽ زڪريا ع تولاءِ ئي پاڻ چيرايو. ان لاءِ آءٌ بہ حيران آهيان تہ آخر تون ڪير آهين؟

آءٌ آءٌ.... اي يار لامڪان آءٌ... آءٌ تنهنجي لاءِ بيتاب ۽ بيخواب آهيان. منهنجي چشم انتظار ۾ تنهنجوئي تصور آهي. منهنجي ڪعبہءِ دل ۾ تنهنجوئي نور آهي. منهنجي هرهڪ خواهش، تنهنجي هڪ ئي تبسم تي نثار آهي. اڄ اي بيرنگ بادشاهہ! اڄ، تون پنهنجي لاءِ اڄ ۽ اڄي هڪ جهان افروز تجلي ڏيکار تہ مون تي بہ هي راز کُلي تہ.... تون ڪير آهين؟

[اديب سنڌ. فيبروري 1943ع]



# عرفان محبت

(نفسياتي مضمون)

محبتي ميڙي، ڳوٺ ٻڌجي هيڪڙو،
تني جي ويڙهي، پاڻهي ايندو پاتشاهه.

(شاهه)

محبت! ڪيترو نه پيارو لفظ آهي، مگر ڪيترو پراڻو ۽ فرسوده، ان جي خيالات کان احساسات متحرڪ ٿي وڃن ٿا، تمنائون جاڳيو اُٿن، عشرت جون رڳون ڦٿڪيو پون. آخر هي سڀ ڇو ٿو ٿئي؟ ڇا انهيءَ لاءِ ته نٿو ٿئي ته محبت جو رنگين تصور ايندي ئي هڪ حسين چهرو سامهون اچيو وڃي ۽ هڪ دلفريب جواني اکين اڳيان نچڻ لڳي ٿي.

وري انهيءَ تي قبضي ۽ تصرف جو خيال اسان ۾ هڪ هيجان پيدا ڪريو ڏي. اسانجون هولناڪيون چمڪيو اٿن ٿيون. رڳن ۾ شهواني خون ٻوڙڻ لڳي ٿو. مگر هي جذبات ديرپا نٿا رهن. هڪ اونداهو طوفان هوندو آهي، جو جلد ايندو آهي ۽ سُوسَٽ ڪندو هليو ويندو آهي، جنهن وٽ سواءِ پامالي جي ٻيو ڪجهه به نه هوندو آهي. پاڙان اُکڙيل وڻ، ٽُٽل ٽاريون، ڪومايل گليون، ۽ ڪُٺل گُل، بس اهائي ڪائنات آهي، جا اُن بعد رهجي ويندي آهي، وري نه ڪو جذبو نه ڪا تمنا هوندي آهي؛ صرف ماٺ هوندي آهي؛ تمام خوفناڪ ماٺ. بلڪل موت وانگر.

ڇا محبت انهيءَ اونداهي ۽ طوفان جو نالو آهي؟

نہ نہ هيءَ محبت ناهي. هي هرگز محبت نٿي ٿي سگهي. هن شيطاني تباهي جو نالو "محبت" ڪنهن بہ حالت ۾ نٿو ٿي سگهي.

محبت! قدرت جو هڪ بهترين عطيو آهي. هڪ قابل قدر جذبو. محبت هڪ شمشير آهي. شمشير خارا شگاف. خيبر شڪن ۽ فاتح عالم. محبت هڪ شراب آهي، مگر اهڙو پاڪيزه شراب، جنهن کي خود غرض ڳولڻ سان بہ حاصل ڪري نٿو سگهي. مگر بي غرض کي خودبخود دستياب ٿئي ٿو. هي شراب بيخود ۽ بي حس ڪرڻ وارو شراب ناهي. ڪڙاين کي متائڻ جو فريب ڏيئي وڌيڪ ڪڙاين پيدا ڪرڻ وارو شراب ناهي، مگر هي هڪ مقدس شراب آهي، جنهن جو هڪ هڪ قطرو اعليٰ مصداق، بلند مقصد، فولادي ارادن ۽ جوشِ عمل جي بي بها جواهرن سان پرپور آهي.

محبت! مقاصد زندگي جي تحصيل لاءِ وڏي مددگار ٿئي ٿي، تمنائي وصل محبت جو مقصد ناهي، هي محبت جي توهين آهي. محبت فراق ۾ ٿي وڌي ويجهي ٿي؟ وصل تہ محبت جو موت آهي ۽ آرزو جي سڪرات!

شاهہ لطيف خوب چيو آهي تہ:

گڏجڻ تہ گمراهي، جدائي تہ جشن،
اُيو ايئن پسن، پاسي ڪريو پاڻ کان.
(شاهہ)

اهڙيءَ طرح صديق فقير سومري پڻ گڏجڻ کي گمراهي ۽ جدائي کي جشن جي معنيٰ خيز مام سان ياد ڪيو آهي:

گڏجڻ تنهنجو گهوريو جدا ٿي تون يار،
پهتا اهي پار جن کي وصال ٿئي نہ ٿيو.

واقعي تمنائي وصل محبت کان بلڪل متضاد آهي. آرزوئي وصال خواه ڪهڙي بہ روپ ۾ هجي، صرف ۽ صرف قبضي ۽ تصرف جو طالبو ٿئي ٿو ۽ هي خيال بهرحال ناقابل تعظيم آهي. محبت تمنائي وصل جو نالو ناهي. بقول سرتاج سنڌ وصل تہ هڪ گمراهي آهي، ۽ تمنائي وصل خاص

خود غرضي آهي، ۽ خود غرضي ئي ڪنهن محبوب ترين شيءِ کي پنهنجي بنائڻ جي متقاضي رهي ٿي، پر پنهنجي شرارت آميز ۽ حسد ڀريل هٿن سان معصوم محبت جو منور مُنهن نپوڙي ۽ گلو گُهٽي ٿي. علامہ اقبال فرمايو آهي تہ:

عالم سوز ساز میں وصل سے بڑھ کے ہے فراق،
وصل میں مرگِ آرزو، ہجر میں لذتِ طلب۔

بقول شاعر مشرق اها لذتِ طلب ئي محبت آهي. هڪ اردو شاعر چيو آهي تہ:

جو مزا انتظار میں آیا،
نہ کب وصلِ یار میں پایا۔

تمنائي وصل وڏا وعدا وعيد ڪري ٿي. ڪڏهن چنڊ تائين پهچڻ، ڪڏهن تارن کي پڪڙي آڻڻ جا ڪيتريقدر خوش ڪندڙ ۽ ڪيتري قدر دلفريب خيال آهن. مگر اُنهن جي ڪا بہ اهميت نٿي ٿئي، ڪا حقيقت ناهي ۽ سراسر ڏوڪو آهي. هوائي تاج محل ۽ ڳالهين جا سٽيا پُلاءُ وات جا خالي چَسڪا آهن. اها هڪ اُڃ آهي، جا اُڃايل کي پاڻ ڏي ڇڪي وٺي ٿي ۽ پاڻ وري ريتي جي ذرڙي ۾ گم ٿيو وڃي، جنهن کي اُڃايل پياس ۽ دلشڪني جو ڪو بہ خيال نٿو ٿئي.

گهڻا والدين پنهنجي اهڙي اولاد کي قبضي ۾ رکڻ چاهيندا آهن، جو صاحبِ فڪر ندرت هجي ۽ هو پنهنجي بلند مقام کي پاڻ پيدا ڪري سگهي. ڇا! هي بہ محبت آهي؟ هرگز نہ. هي محبت ناهي، هيءَ خود غرضي آهي. سچي محبت پاڻ بہ آزاد رهي ٿي ۽ ٻين کي بہ آزادي بخشي ٿي. هيءَ اسانجي آزادي ۽ حريت جو محرڪ آهي، ۽ اسان ۾ فولادي ارادا پيدا ڪري ٿي.

دنيا ۾ وڏي ۾ وڏا انقلاب ۽ انقلابي سندس مرهونِ منت آهن. محبت انساني تڪميل جو هڪ اهم جزو آهي، ان ڪانسواءِ انسان هڪ

نامڪمل مخلوق آهي. محبت جڏهن تڪميل جي درجي تي پهچي ٿي، تڏهن انسان کي تمنائي وصل ۽ هين خود غرضين کان بي نياز ڪريو ڇڏي محبت جو هيءُ درجو انسان کي وصل ۽ فراق کان تمام متانهون ڪريو ڇڏي

هُن جي نہ رهي تات،
هي پڻ وڃي وسري.
(شاهہ)

—

منزلِ عشق پہ تنہا پہنچے کوئی تمنا ساتھ نہ تھی،
اس راہ میں آخر تھک کر اک اک ساتھی چھوٹ گیا۔

سچي محبت! آزاديءَ جي علمبردار ٿئي ٿي ۽ اسان کي روحاني آزادگي بخشي ٿي ۽ انهيءَ محبت تي ڪو بہ زور ناهي ۽ ازخود پيدا ٿيندي آهي. بقول حضرت غالب:

عشق پر زور نہیں ہے یہ وہ آتش غالب،
کہ لگائے نہ لگے اور بجھائے نہ بجھے۔

تشدد نڪي محبت پيدا ڪري سگهندو آهي، ۽ نہ اُن کي فنا ڪري سگهندو آهي. زماني جي زور ظلم ۽ جُٽ ڦٽ کان پاڻ محبت وڌي ٿي:

جيئن جيئن جهلي جَڳ،
تيئن تيئن سڪ سري ٿئي.
(عارف المولىٰ)

محبت! هڪ آسماني تحفو آهي. نهايت پاڪ ۽ صاف ملائڪن جي تقدس ۽ حورن جي عصمت سان سينگاريل. هي قرض ناهي جو قرضي کي موٽائي ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيو وڃي. محبت مزدوري ناهي؛ هي خود خدمت ڪرڻ گهري ٿي، خدمت ڪرائڻ نٿي چاهي.

محبت ڪري هين کان محبت جو طلبگار ٿيڻ اُن جي استحقاق داد کان انڪار ڪرڻ جي مترادف آهي. اسين ڪڏهن بہ هي توقع رکي نٿا

سگهون ته اسانجو اولاد به ضرور اسان سان محبت رکندو. ڇاڪاڻ ته اسانجو اولاد آهي ۽ اسين هن سان محبت ڪريون ٿا يا هو اسانجي عزت ڪندو ڇو ته هن کي ماءُ پيءُ جي تعظيم جو حڪم مليل آهي. اسين اولاد ۾ محبت ۽ تعظيم جو جذبو تڏهن ڏسنداسين، جڏهن اسان ۾ هو اهڙا اخلاق ڏسي، جي محبت جا سرچشما آهن.

محبت! اعصابي تحريڪ نه مگر روحاني تدريس آهي. هي هميشه اعليٰ مذاق ۽ حقائق کان پيدا ٿيندي آهي، ۽ وجود ۾ اچڻ بعد ڪڏهن به فنا نه ٿيندي آهي، مگر هڪ خوشگوار حقيقت جي شڪل ۾ هميشه هميشه باقي رهندي آهي.

آه! هي ڪيترو نه عبرتناڪ منظر ٿئي ٿو جڏهن حسن و جواني جون معصوم اُمنگون ڪنهن خود غرض، شهوَت پَرست ۽ عصمت لٽيندڙ هٿن جو شڪار ٿين ٿيون. گلزار هستيءَ ۾ هڪ خوشنما گل ٽڙي ٿو سارو باغ اُن جي فردوسي خوشبوءَ کان ٻهڪي ٿو فضا معطر ٿيو وڃي، ڀؤنر طواف ڪرڻ لڳن ٿا، ماکي جون مکيون ڀُونيٽ ڪريو، چڪر ڪاٽين ٿيون، پوپٽ واس وٺن ٿا. قمري رعنايڻ کان مستانه وار جهومي ٿي ۽ بلبل خوشيءَ جا مست ڪندڙ ترانا ڳائي ٿي، مگر هي سڀ اُن جي تَر و تازگي تائين ٿئي ٿو. وري ڪو به ڀؤنرو طواف نٿو ڪري، مکين جا ترنم ريز ڀُرڙاٽ بند ۽ بلبل جا وجد آفرين نغما عدم ٿي وڃن ٿا.

مگر محبت! ڀؤنرو ناهي، جو رس چوسڻ بعد اُڏامي وڃي. هوءَ هڪ دوامي پرستار آهي. اُن جي پوڄا ۾ ڪڏهن به گهٽتائي نه ايندي آهي. هوءَ وصل کانپوءِ به نفرت ۾ نٿي بدلجي سگهي. هوءَ حسن و جواني جي بجاءِ اعليٰ ڪردار ۽ صورت جي بجاءِ سيرت جي پرستار آهي ۽ حسن و جواني جي زوال بعد به ان جي گرمجوشيءَ ۾ ڪو فرق نه ايندو آهي.

بي غرض محبت اسانجي خودي کي سجاڳ ۽ اسانجي دل کي تمام وسيع ڪري ٿي، جنهن ۾ سڄي دنيا ماپي سگهي ٿي. هوءَ اسانکي شخص جي بجاءِ اشخاص، اشخاص جي بجاءِ قوم، قوم جي بجاءِ ساري مخلوقات

## پئي پراڻونه تئي-34

سان محبت ڪرڻ سيکاري ٿي. هڪ اهڙي محبت جهڙي اسين پنهنجي پاڻ سان ڪيون ٿا! انسان محبت جي هن درجہ ڪمال تي پهچي مخلوق تہ مخلوق، مگر نگاهن ۾ بہ قابلِ عزت ٿي وڃي ٿو ۽ اُن کي ”خيرالناس“ جو خطاب عطا ٿئي ٿو:

”فیضان محبت عام تو ہے، عرفان محبت عام نہیں“

(1952ع، اپريل 14 مطابق شعبان 1381 هجري)

(نئين زندگي، آڪٽوبر 1951ع)



# جوڀن

جوڀن سندي پروسي، مَين مِٽ نہ ڪيتا ڪو
جوڀن ويچارا لڏ ڳيا، هُڻ ڪڙي نماڻي رو.

(عارف الموليٰ)

ڪيڏو نہ پُرڪشش ۽ منڙو نالو آهي، جوڀن جو؟ جوڀن ئي تہ زندگيءَ جو بهترين ۽ قيمتي حصو تصور ڪيو ويندو آهي، جنهن کي شباب، جواني ديواني وغيره جي پُر لطف ۽ جذبات ڀريل لفظن سان ياد ڪيو ويندو آهي!

جوڀن! جيڪو ڪچين ڪلين، ناشگفتہ مُکڙين کي خوشبودار گُل جي شڪل وٺائي زيب گلستان بنائي ٿو، جيڪو خاموش بحر ۾ لهريون ۽ آٿريل درياهہ ۾ مستي ۽ فلڪِ بوس موجون پيدا ڪري ٿو. مرد کي ٻاراڻي ٿهيءَ کان ڇڏائي رنگين رخسارن تي سونهاريءَ جي سنهڙي دل وٹندڙ ساوڪ پيدا ڪري وَهي وارو جوان ڇوائي ٿو.

جوڀن! جيڪو عورت جي اُرهہ مان آناري شڪل ۾ ٻہ نيشان پيدا ڪري ٿو جي سندس باغ حسن جي مڪمل نزاڪت آهن.

انساني زندگيءَ جا ٽي حصا آهن: 1. ننڍپڻ، 2. جوڀن، 3. ٻُڍاپڻ. ننڍپڻ جو وقت تہ لهو لعب جو زمانو آهي، نہ دوست دشمن جي خبر! نہ عشق و محبت جو اثر; هن وقت جي ڪارنامن کي خود خدا تعاليٰ بہ نظرانداز ڪري

چڙهيو آهي. هي ئي زمانو آهي، جو انساني زندگي معصوميت سان لبريز ۽ اغراض و مقاصد کان بي نياز آهي.

ٻڍاپڻ! جنهن ۾ ازخود پيريءَ جو خطاب ملي ٿو اُن ۾ انسان زندگيءَ جون جملي شڪستون کائي آزموديءَ ۽ ڪاميابيءَ جو قدم رکي ٿو هينئر ماٺهو درويش صفت، سفيد پوش، ٻڍڙو ڪُراڙو گوشه نشين ۽ پرهيزگار چوائي ٿو. هينئر هڪڙن جو ابو ٻين جو ڏاڏو ته ٽِين جو چاچو ۽ مامون چوائي ٿو. سالڪن ويچارن سچ چيو آهي ته:

سٺ، ڪنيائين لٺ، سَتر پٺي عقل ۾ گهٽر،
اَسي مَت کسي، نوي ڪانگ جان لَوي،
ورهيه گذريا سَو ته نڪو سڄڻ آسرو نڪو دشمن ڀؤ.

باقي رهيو ٽيون اوسط حصو جنهن کي جوڀن، جواني، وَهي ۽ رَتي وغيره چوندا آهن. جيڪو سرمايه حيات ۽ مخصوص زندگي آهي. هن دور ۾ ڪئين انڊ ڏنڊ انساني دماغ تي چڙهن ٿا، خصوصاً شهوَت ته هر وقت غالب رهي ٿي. فخر، هٺ ۽ هوڏ وڏائي جواني جا خاص سنگتي آهن. ڪنهن کي به پاڻ جهڙو نه ڪري سمجهبو آهي. هيءُ وقت غريب لاءِ به غنيمت آهي. هن عرصي ۾ آدمي کان بلڪل ناپسنديده حرڪات صادر ٿينديون آهن، جو ته جواني ديواني آهي. جواني ۾ چوندا آهن ته گوبر به قلهاربو آهي. هن وقت ۾ هڪ قبچ تر دوشيزه ۽ نهايت ڪوجهو مرد به پاڻ ۾ سيمابي اضطراب ۽ مقناطيسي ڪشش محسوس ڪن ٿا. مگر:

"جنهن جوڀن دا تون ماڻ ڪريندئين، او جوڀن مول نه رهسي".

او انسان! جنهن جوڀن تي تون ايترو ناز ۽ فخر ڪرين ٿو اهو هڪ هلڪو جهونڪو آهي. چَندن جو چٽڪو آهي. صبائي مسرت جو جهوٽو آهي، جو تنديءَ سان لڳي هليو ويندو آهي، ۽ صرف سندس هيڪار ۽ هلڪي ٽڏڪار رهجي ويندا آهن. جواني جو جهوٽو جَهڪ جي ڇُوهي وانگر آهي، جو ايندو ته انڌوڪار ڪري آهي، مگر چند منٽن ۾ ڪافور! ۽ سندس نشانيون صرف ٽُٽل ٽاريون، ڪُٽل گُل ۽ ڏٺل وڻ هوندا آهن. جواني

هڪ شراب آهي! جنهن جو نشو ته جلد رفع دفع ٿي وڃي ٿو باقي صرف دماغ تي هڪ هلڪو ڪيف ۽ سُرور رهجي ويندو آهي. شباب، حباب جي مثال آهي، جنهن کي زندگي جي بحر بيڪران جي ننڍڙي لهر ۾ زماني جي مصيبتن جا هلڪڙا ٿڦڙ به يڪدم فنا ڪري ڇڏين ٿا.

جوڀن! ساوڻ جي سياهه ۽ مست ڪڪرن وانگر آهي، جنهن وقت پرجن ٿا ته انڊوڪار لايو ڏين، هڪ طرف وڄ جا چمڪاٽ ته ٻئي طرف گوڙبن جي فلڪ شگاف گجگوڙ مگر چند منٽن ۾ تورڙي هوا لڳي ته ڪڪر ڪافوري ٿي ويا ۽ آسمان صاف ٿي ويو. اهڙي ناپائدار جوڀن لاءِ هيٺ سگهڙن جا چند نصيحت آموز اشعار لکجن ٿا. جي اسان نوجوانن لاءِ سبق آميز ۽ آزموده ڪار آهن. جي مونکي پنهنجي قبله حضرت والد مکرم کان دستياب ٿيا آهن.

1. مڱڻي فقير هيئنيءَ طرح پُرحسرت لفظن ۾ جوڀن جي پيشڪش سنگت اڳيان سَلي آهي ته:

ڪٿهن ٿي جوڀن سان جاڙون ڪيئي ڪٿهن جوڀن جاڙ ڪندوءِ
هي هي ڪِري هتڙا هٽي ويساهي ويندوءِ،
اهڙو محب مڱيو چوي، موتي ناهي ملندوءِ،
پوءِ وهم وڏو ٿيندوءِ، ساجن ساري ڏينهڙا.

2. ڪبير شاهه جوڀن جي جاڙ جو چٽاءُ ڏيندي نوجوانن کي هيئن تو هدايت ڪري ته:

گُذر غريبي گُن وڏو، آ نِوڙت نِت نياز،
جوڀن ويندو جاڙ ڪري، جيئن اُڏر اُڏامي باز،
سِڪ صبر جو ساز ڪهه ڪيرت شاهه ڪبير چئي.

هڪڙي سالڪ ملڻ جلڻ ۽ آڏر مانَ جا گُڻ ڳائيندي چيو آهي ته:

اُن آوڻ، اُن اُٿ ملڻ، اُن آڏر اُن مانُ،
نِت نِت جوڀن گهٽ هيَ، مت ڪو ڪري گمان.

اچا وارَ ئي آهن سڀ کان پهرين نشاني پوڙهائپ جي. جوڀن جي جدائيءَ ۽ جاڙ بابت هڪ سگهڙ سلوڪ سَليو آهي تہ:

ٻيا اچا سڀ پلا، اچا پلا نہ وارَ
مِهر مِهريءَ کي نہ پوي توڙي سهسين ڪري سينگار
دهشت دشمن تي نہ ٿئي، توڙي پهري سڀ هٿيار.

جوڀن جي جاڙن بابت ويچارن وينجهارن گهڻا ئي ورهہ ونديا آهن، پر مضمون جي طويلائي سبب هتي حمل فقير جو بيت ڏئي مضمون ختم ڪجي ٿو:

هئہ هئہ جوڀن جاڙ ڪيتوئي، چورا ڪر ڪِي چوڙ ڳيون،
ڪاري ڪيڏ ڪلور ڪيتوئي، آچي وال وَڪوڙ ڳيون،
لوهہ ڪنون لِڱ ڏاڍي آهي، هيٺي هڏ آلوڙ ڳيون،
هرڪا آڪي چاچا ماما، جُٽ اها پِي جوڙ ڳيون،
آڪي 'حمل' حيف هووئي، جو يار يارانا توڙ ڳيون.

(عام راءِ، آڪتوبر 1950ع)

*

# داستان لَب چُمي

چُمين جا چار لک نقدي عجيبن کان اُڌاريا مون،
جڏهن گهرندا تڏهن تن کي، وري ٻيڻا ڀري ڏيندس.
(مير عبدالحسين سانگي)

جڏهن ٻہ دليون الفت جي بجليءَ سان چمڪي هڪ ٻئي سان ٽڪرائجن ٿيون، ان وقت مشتعل صورت ۾ هڪ "بوسہ" ظاهر ٿئي ٿو جنهن کي جوشِ محبت جو ڀڙڪندڙ شعلو چئجي.

هي مِنو ۽ پيارو جملو هڪ مغربي حسينہ جو آهي، جو اُن پنهنجي محبوب جارج ڊي پرنٽس کي هڪ خط ۾ لکيو هو. حقيقت هي آهي تہ دنيا جي سڀ کان نازڪ، ڪائنات جي سڀ کان مِٺي ۽ قدرت جي سڀ کان زياده لطيف شاهڪار سان لطف اندوزي، اڪتسابِ حظ ۽ حصول، سواد جو ڪم، هڪ لذت ٻوليندڙ پرستار حسن ۽ طلبگار عشرت لاءِ باعث صد لذت آهي، "اهو آهي چئن چپن جي ميلاپ ۾، جنهن کي شاعرانہ الفاظ و انداز ۾ 'مريم الفت' اجرت عاشق "معاوضہ فراق تسنيم- زهره" پيمانہ وصال "جامِ محبت" مهر مسرت وغيره چئبو آهي. هيءَ شيءِ فطرت انسان ۾ داخل آهي ۽ انسان ابتدا تي آفرينش کان ئي هن نعمت روحاني سان لطف اندوز ٿيندو اچي ٿو.

دنيا ۾ سڀ کان پهريون 'بوسہ' ڪهڙو هو؟ ان بابت ملمئن صاحب پنهنجي ڪتاب "فردوس گمشده" ۾ لکي چڪو آهي تہ: "بيبي حوا رضہ جي دلڪش حسن کان خوش ٿي حضرت آدم عہ مُرڪيو انهيءَ مُرڪڻ ۾ اعليٰ

محبت سمايل هئي، جهڙيءَ طرح جيو پيٽرا پنهنجي محبوبہ رجونو کي ڏسي مشڪندو هو. حضرت آدم ع بہ انهيءَ تبسم سان بيبي حوا رضہ جي نرم ۽ نازڪ لبن تي محبت پريل پاڪ چُمي ڏني. اهو آهي هڪ غير مسلم اديب جو نظريو. مگر اسلامي ڪتابن مان پڙهندي معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت آدم ع کي جڏهن بهشتن ۽ آسمانن جو سير ڪرايو ويو تہ هر جاءِ تي محمد صلي الله عليہ والہ وسلم جو پيارو ۽ پاڪ نالو منقوش نظر آيس. جڏهن ملائڪن کان پڇيائين تہ: "هي نالو ڪنهن جو آهي." تڏهن ملائڪن ساري حقيقت تفصيل وار بيان ڪئي ۽ حضرت آدم ع تعظيم ۽ قلبي محبت مان اُهي نور بيز ۽ منڙا نالا چمندو هليو.

ڪي عالم چون ٿا تہ حضرت آدم جي آڱوٺن جي نُنهن تي بہ اسم محمد مرقوم هو ۽ پاڻ چُمي اکين تي رکندو هو جيئن اڄ بہ اسين بانگ واري وقت **"اشهدُ انّ محمّد رسول الله"** جي جملي تي آڱوٺا چُمي اکين تي رکندا آهيون. مطلب تہ چُمي محبت جي ثابتي لاءِ مدلل شاهڪار آهي. هن مان جا لذت حاصل ٿئي ٿي، اُها نہ پُڇو. چُمي هڪ بجلي آهي، جا ساري جسم ۾ برقي بجلي ڊوڙايو ڇڏي. هڪ ڪهربائي طاقت آهي، جنهن ڪان ساري جسم جو روح ڇڪجي، وجود جي تمام نازڪ حصن ۾ هليو اچي ٿو ۽ دماغ ڪيف و سُرور جي سمنڊ ۾ غوطا کائڻ لڳي ٿو. شرابِ محبت جي نشي کان اکيون ڳهريل ۽ ڳاڙهيون ٿيو وڃن. ۽ دل جوش مُسرت کان سيني ۾ ڦٿڪڻ لڳي ٿو. هي منهنجو ۽ شايد 'صنف ڪثيف' جو تجربو آهي، پر 'لذت بوسہ' جي متعلق 'صنف لطيف' جا خيال ۽ احساسات ڪهڙا آهن؟ اُهي اُهيئي ٻڌائي سگهن ٿيون. مگر افسوس مشرقي مُنيون جي بنسبت مغربي مِنين جي زياده شيرين، لطيف، روح پرور ۽ پُر حلاوت آهن. تن جي لذت بيان ڪرڻ واريون اڃا بار حيا کان گردن جهڪايو پيون هلن. جن جا تجربا ۽ زرين اقوال پاينده آهن. باقي اڇو تہ چند مغربي بيگمن جا منڙا رس ڀريا ٻول سندن ئي زباني ٻڌايانوَ جي بغير ڪنهن رنڊڪ جي پنهنجا پنهنجا احساسات ظاهر ڪري رهيون آهن.

## پئي پراڻونه ٿئي-41

1. جڏهن مونکي پهريون دفعو هن جو تجربو ٿيو انوقت مون تي غشي طاري ٿي وئي، منهنجو دم گهٽجڻ لڳو ۽ ائين ٿي معلوم ٿيو ته آءٌ ڪنهن گهر ۾ ويٺي آهيان، جنهن جي چوطرف گل بنفشه ٽڙي رهيو آهي، پر هن مڪان جون دريون گلاب ۽ لاله سان بند ڪيون ويون آهن.

2. جڏهن سڀ کان پهرين مونکي بوسه جو تجربو ٿيو ته ائين معلوم ٿيو ته گويا آءٌ گلزار خليل ۾ آهيان، جسم جلي رهيو هو مگر قلب خوش هو.

3. هُن بارها پنهنجا چپ منهنجن چپن جي ويجهو آندا، مگر آءٌ هميشه بچندي رهيس، باقي هيترو ضرور چونديس ته جڏهن هُن جا حسين لب منهنجي لبن جي قريب آيا ٿي ته اُنهن ۾ هڪ قسم جي نهايت لطيف انگيز خلش پيدا ٿِي ٿي، ۽ ائين معلوم ٿي ٿيو ته منهنجو روح چڪجي چپن تي اچڻ گهري ٿو. نيٺ هڪ ڏينهن آءٌ پنهنجي جذبات کان مغلوب اچي ويس، ۽ هُن جا لب منهنجي لبن سان پيوس ٿي ويا، اگرچه ڊسمبر جو مهينو هو مگر منهنجي پيشاني تي پگهر جا قطرا اچي ويا، قلب کي هڪ تڪليف پهتي، ليڪن اُها تڪليف تفريح هئي ۽ مسرت بخش، تنهنڪري اڄ تائين انهيءَ لطف کي ياد ڪري پنهنجا چپ چٽي وٺندي آهيان.

آيو مزو متئين معلومات مان؟ چپ ته اوهان به ضرور چٽيا هوندا. جيتوڻيڪ چميءَ جو چَسڪو ۽ جاذبيت ۽ دلڪشي مقبول آهي، ۽ باوجود ان جي ته بوسه جي لذت دنيا جي ساري مسرتن ۽ جملي لذتن ۽ لطفن تي فوقيت رکي ٿي، مگر تنهن هوندي به گاهي بگاهي اهڙي نعمت عظميٰ جي خلاف به بغاوت بلند ٿيندي رهي آهي.

مثلاً جنگ عظيم بعد روسي حڪومت بوسه جي خلاف سخت قانون مقرر ڪيا ۽ انهيءَ کي ممنوع قرار ڏنو. آمريڪا جي طبيبن جي هڪ جماعت تمام وڏي پيماني تي هن مِٺِي شيءِ جي خلاف زهر افشان ڪئي. هندستان ۾ به انهيءَ ويا جو اثر پيو ۽ هڪ دفعي رسالي 'بيسوين صدي' 28 آگسٽ ۾ لکيل هو ته: 'بوسه نهايت خطرناڪ عمل آهي ۽ هر بوسه سان گڏ گهٽ ۾ گهٽ چاليهه هزار جراثيم هڪ مُنهن مان ٻئي منهن ۾ منتقل ٿين ٿا.'

مگر هي دلي اضطراب ڪٿي ٿو رُڪجي. تنهن ڪانسواءِ بوسہ جي ذريعي تمام وڏا انقلاب دنيا ۾ رونما ٿيا آهن. هر شيءِ ۾ چڱائي بہ آهي تہ برائي بہ آهي. اهڙي طرح چُميءَ ۾ ڪي خاميون آهن تہ ان ڪان وڌيڪ ڪيترين خوبيون بہ آهن. انهيءَ بوسہ جي بدولت مجرم تختهءِ ڦاسي تان بہ لٿا آهن. حتيٰ ڪِ مرده زنده بہ ٿيا آهن. مثال طور ڪي دلچسپي واقعا پيش ڪجن ٿا:

1. آئرلينڊ جي بغاوت عظيم جي دوران ملڪ جو هڪ بهادر جان نثار ليڊر گرفتار ٿيو. جنهن ڪي سزاءِ موت جو حڪم هو. قيدخاني جي چوطرف هزارين سپاهين جو پهرو هو. مجرم جي هڪ محبوبہ آفيسرن ڪان اجازت وٺي هن سان ملاقات ڪئي ۽ اختتام ملاقات تي ٻنهي هڪ ٻئي جي چپن جون دراز منيون ورتيون. عورت جي وات ۾ هڪ خط هو. جنهن ۾ قيد خاني مان ڀڄڻ جون ترڪيبون لکيل هيون. دوران بوسہ عورت اهو خط مجرم جي وات ۾ منتقل ڪري ڇڏيو ۽ پهريدار ڏسندا ئي رهجي ويا. آخر مجرم خط جي ترڪيب سان قيد مان نجات حاصل ڪئي.

2. لوئز وائل ۾ هڪ شخص جوزف مير ڪي بہ پُٽ هئا. جن مان وڏو مري ويو. جڏهن سيني ماڻهن ڪي خبر پئي تہ گهر ۾ حشر مچي ويو. هن جو ننڍو ڀاءُ ٻاهر هو ۽ جڏهن آيو تہ هن ڪان ضبط نہ ٿي سگهيو ۽ جوشِ محبت ڪان مئل ڀاءُ جي لبن جو زوردار بوسو ورتائين. هنجي گرم ساهہ جو اثر مُردي جي مُنهن ۾ ويو ۽ مردي جي بيجان جسم ۾ اوچتي حرڪت پيدا ٿي ۽ ٻہ ڪلاڪن بعد مردو اکيون کوليون. ڪيئن ٿا ڀانيو ڪرامات بوسہ.

3. (الف) اسڪاٽ لينڊ ۾ هڪ حسينہ فوجي دستي ۾ شموليت لاءِ هيءَ شرط پيش ڪيو تہ جو مرد هن جي ڏندن ۾ دٻيل شلنگ پنهنجي چپن سان ڇڪي ڪيندو تہ اهو فوج ۾ ڀرتي ٿي سگهندو. هيءَ ڳالهہ تمام مشڪل هئي، مگر ڊنڪن ميڪزيءَ ڪاميابي جو هي طريقو ڪڍيو جو انهيءَ خاتون جي چپن ڪي چُمي ڏني ۽ خاتون جذبات ڪان متاثر ٿي ڏندن مان فوراً شلنگ ڇڏي ڏنو.

حقيقت اِها ئي آهي تہ عورت کي نرم و مغلوب ۽ مسخر ڪرڻ جو بهترين اوزار بوسہ آهي.

(ب) فرانس جي هڪ حسينہ هڪ بوسہ جي عيوض تيهن رڍن جي مطالبي جو اعلان ڪيو ۽ صرف چند روز ۾ ارباب محبت هن مطالبي پوري ڪرڻ لاءِ ايتريقدر تہ مبالغو ڪيو جو رڍن جي قيمت چڙهي وئي ۽ ملڪ ۾ رڍون ناياب تہ نہ مگر ڪم ياب ضرور ٿي ويون.

هتي چند مختلف زبانن جا اشعار پيش ڪيان، ٿو جن جي پڙهڻ سان بہ اهڙي حالت محسوس ٿيندي، جهڙو خود بوسہ جو شيرين لفظ ادا ڪندي هڪ چپ ٻئي چپ سان ٽڪرجي روح ۾ هڪ لطيف جنبش پيدا ٿئي ٿي. اوهين بوسہ جو ڪهڙو بہ لفظ وٺو تہ لب ضرور ٽڪرندا ۽ هڪ لهر ضرور روح ۾ ڊوڙڻ لڳندي، جيئن بوسہ، چُمي ۽ مِٺي وغيره.

هڪ گمنام امريڪن شاعر چوي ٿو تہ:

"مون هُن جي خوبصورت شيرين ۽ پاڪ چهري کي هٿن سان بلند ڪيو،
هُن جون اکيون جوش مسرت کان سرشار رهيون،
آءٌ انهي ارتقاش انگيز مِٺيءَ کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهان،
جنهن اسان ٻنهي جي دلين کي مسرت سان پري ڇڏيو."

ٻيو هڪ شاعر بوسہ جي ڪهربائي اثرات ۽ غير معمولي لذتن جو اعتراف هنن لفظن ۾ ڪري ٿو:

"افسوس جو مٺيءَ جون مسرت انگيز گهڙيون هميشہ قائم نٿيون رهن
شيرينءَ نرم ۽ خوش مزه،
صبح جو شبنم جا قطرا جي گلاب تي ٿيندا آهن،
اُهي بہ ايتريقدر لذت بخش نٿا ٿين،
خدا ڪري تہ جڏهن آءٌ ان سان لطف اندوز هجان،
اُن وقت منهنجو دم نڪري وڃي."

هڪ هسپانوي شاعر بوسہ محبوب کي هيئن ٿو نظم ڪري:

”هوءَ پهرين ته پنهنجي نگاهن سان بوسا وٺي ٿي،
وري پنهنجي پرده چشم سان بوسا وٺي ٿي،
ان کان بعد ان جا خمدار جاڙا پرون مِنيون وٺن ٿا،
تڏهن هوءَ پنهنجي نرم گلابي ڳلڙن کي مهٽي ٿي،
هن جا زنخدان، هن جا حنائي هٿ، هن جون آڱريون،
هن جو سرو قد جسم هن جو خون،
هن جو روح سڀ مِنيءَ جو مشتمل ٿيو وڃن،
۽ هوءَ انهن جي شڪر فشاني تي زنده رهي ٿي.“

هڪ انگريز شاعر چوي ٿو ته هي آبحيات آهي:

”تسڪين بخش شبنم جي معطر بارش آهي،
جا صرف تنهنجا لب دنيا ۾ پڪيڙي سگهن ٿا،
هيءَ اُها مسنبر هوا آهي،
جا افريقا جي خوشبودار وڻن کان عطر وهائي ڪٺي آئي آهي.“

هڪ ٻئي شاعر جو قول آهي ته:

”هن جي تخليق ٻن لعل لبن جي درميان نٿي ٿئي،
هي ته هڪ متحرڪ شعلو آهي،
جو اُڏامي پهرين ته اکين جي ماٽڪين تائين وڃي ٿو
اُتهون کان ڳلن تي، ڳلن کان زنخدان تائين
۽ زنخدان کان ڪَنَن تائين، هُو کلي ٿو اُڏري ٿو
ڪڏهن هِت، ڪڏهن هُت،
ڪڏهن پَري ڪڏهن تمام ويجهو هِتي هُتي، هر جڳهه.“

هڪڙي شاعر ته چئي ڏنو آهي ته:

”فلسفي چون ٿا ته جيئن هڪ درويش
پنهنجي خانقاهه ۾ مفيد رهي ٿو.“

اهڙيءَ طرح انسان جو روح بہ ان جي دماغ ۾ محدود آهي. مگر مان انجو قائل ناهيان. منهنجو خيال آهي تہ روح جو مرڪز منهنجي معشوقہ جون ڳجليون اڪيون آهن. اُتان ڪان هي روح اُن جي سرخ لبن تي اچي وڃي ٿو جتي آءٌ انکي چميون ڏيان ٿو. چمين متعلق بہ صنف نازڪ جا مختلف رايا آهن. ڪن جو چوڻ آهي تہ بوسا نرمي سان وٺو ڪي سختي جون قائل آهن.

رومن شاعر ڪيوس پنهنجي محبوبہ جي شب وصال جا قول هن طرح نظم ڪيا آهن:

"مونکي نرمي سان مٺيون ڏي ۽ مونسان هرڙي ڳالهاءِ."

مسز براؤننگ جو بہ تقريباً اهوئي خيال آهي, هوءَ چوي ٿي تہ:

"بوسہ طويل تہ هجي, مگر خاموش, بلڪل شبِ وصل وانگر."

هاشمي صاحب چوي ٿو تہ:

"منهنجي خيال ۾ بوسہ جي لطافت جي تقاضا آهي, تہ نرميءَ سان ۽ توري توري وقت ۾ ورتو وڃي."

مگر پيٽروشيوَ جيڪو ريڪارڊ قائم ڪيو آهي, اهو بلڪل جدا آهي, مشهور آهي تہ اُن پنهنجي ڪنوار جو اهڙي طرح بوسہ ورتو جو ساري گرجا اُن جي آواز ڪان گونججي وئي.

پرنٽس جو بہ خيال آهي تہ:

"بوسہ جيتريقدر قوي هوندو اوتري قدر لذت بخش هوندو."

هڪ چيني شاعر وڏي لاجواب نظم چئي آهي, هو چئي ٿو تہ:

"هاءِ ڙي تنهنجا شرم آلود رخسار
جن ۾ ننهي پاسي چاهِ غبغب موجود آهن,
جي گل سرخ کان بہ زياده رنگين آهن,
جيڪڏهن آءٌ هڪ کي چُمان ٿو
تہ ٻئي جو اُپرندڙ رنگ هيئن چوي ٿو تہ مونکي بہ چُم."

عرب ۾ بہ شايد سنڌ وانگر بوسہ ايتريقدر محبوب ناهي، جيتريقدر يورپ ۽ هندستان ۾، تاهم هڪ عربي شاعر چيو آهي تہ:

”مونکي بہ شيون جان کان عزيز آهن،
انهن ۾ هڪ تہ تون آهين ۽ ٻي تلوار،
اگرچہ ٻنهي جون دليون تہ بي حد سخت آهن،
مگر چُمڻ وقت ھي پتو لڳي ٿو
تہ تنهنجا لب نرم آهن ۽ هن جا بسينہ سخت.“

ايراني شاعرن جا تہ ديوان ئي بوسہ جي بهار سان ڀرپور آهن. حافظ جهڙو متوالو شاعر چُميءَ جي چاه ۾ جانان اڳيان جان بہ پيش ڪري ٿو ۽ محبوب بہ اهڙو ناياب خزانو ڪٿي ٿو لٽائڻ ڏي، چوي ٿو تہ:

از بهر بوسہ ز لبش جان همید هم،
اینم نمی بتاند و آنم نمی دهد۔

حافظ وٽ وصالِ يار، بوسہ ڪنار کانسواءِ نا خوشگوار آهي:

با یار شکر لب و گل اندام،
بے بوسر و کنار خوش نباشد۔

چونڪ بوسہ، لبن جو ۽ رخسارن جو ورتو ويندو آهي. منهنجي نظر ۾ ڳلن کان وڌيڪ چَپن جي چُمي چس چاه واري آهي، جنهن لطيف ماحول ۾ ننڍڙو نازڪ دهن، نرم و نفيس لب ۽ شيرين زبان جهڙا لذت آفرين جُزا اچي وڃن ٿا:

خصوصاً رخسار صرف چميا وڃن ٿا، مگر هوپاڻ چمي نٿا سگهن،
۽ لب! ذي روح آهن بوسہ جو جواب بوسہ سان ئي ڏين ٿا.
(عارف المولي)

مغرب ۾ لبن جو ئي بوسہ ورتو ويندو آهي. مگر مشرق ۾ محبوب جا رنگي رخسار بہ مرڪز مهر و محبت آهن، هڪ اردو شاعر چيو آهي تہ:

بوسہ جو رخ کا دیتے نہیں لب کا دیجئے،
ہے یہ مثل کہ پھول نہیں پنکھڑی سہی۔

هت ملا قاسم جو دلچسپ سوال ملاحظہ هجي. چوي ٿو تہ چُمي ڳلن جي ۽ ہي چَپن جي ڏيڻ ڏي پوءِ پنهي کي چکي ڀڏايان تہ کهڙي ڀلي آهي. کيئن ٿا يانئيو مُلا جو سوال؟ مُلا پيتوڙي ۽ چَسکي خور ٿيندا آهن. هت بہ اهو ٿو لطف وٺي:

یک بوسہ از رخت بدہ یک بوسہ از لبت،
تا ہر دورا چشیدہ گویم کدام بہ۔

هڪڙو حريف شاعر پنهنجي معشوق کي هي فريب ڏئي بوسہ طلبي ٿو تہ مونکي شڪ آهي تہ تنهنجي هن ننڍڙي وات ۾ بوسہ ماپندو يا نہ:

از کوچک دہانت درگی نم،
کہ دورے بوسہ گنجد یا نہ گنجد۔

مولانا جامي عليہ رحمت جي جبلي جدت طرازي ڪمال معراج حاصل ڪيو آهي، انهن انهيءَ لطف سان همڪناري لاءِ بلڪل نئين قسم جو طريقو اختيار ڪيو آهي. چوي ٿو تہ:

بتردیف و تقلیب و بہ تجنیس،
زروئے یار خواہم ضد شرقی۔

يعني ترديف، تقليب ۽ تجنيس کانپوءِ محبوب جي رخسار کان ضد شرقي جو خواهشمند آهيان. هاڻ تشريح ملاحظہ هجي تہ شرقي جي ضد غربي، غربي جي تجنيس عربي، عربي جو تقليب ربيع، ربيع جي ترديف بهار، بهار جي تجنيس نهار، نهار، نهار کان مترادف توشہ، توشہ جو متجانس بوسہ. بس مولانا صاحب رخسارِ دوست کان اهوئي گهرن ٿا.

●●●

اردو شاعريءَ ۾ به هن مضمون خاص ترقي حاصل ڪئي آهي عهد قديم جي شعراء کان وٺي دؤر حاضر تائين سارا ديوان بوسن سان پرپور نظر اچن ٿا. هڪ شاعر جي آٽانگي ادا ملاحظه فرمايو چوي ٿو ته:

کون کہتا ہے کہ بوسہ دو ہمیں،
مُنہ فقط رکھ لینے دو رخسار پہ۔

مولوي منظور محمد صاحب 'برق' جو سهڻو واپار ڏسو چوي ٿو ته جي مونکي مٺي ڏيڻ نٿو ڏين ته تون ئي منهنجي چپن جو هڪ بوسو وٺ. واه واه:

بوسہ لب لعلیں کا اپنے مجھکو نہیں لینے دیتا ہے،
تو میرے ہونٹوں کا تو ہی اک بوسہ اے گلرو لیلے۔

سرير صاحب جي معشوق جي نزاڪت ته شرم ٻوتيءَ کان به وڌي آهي:

کیا نزاکت ہے کہ عارض اُن کے نیلے پڑ گئے،
ہم نے تو بوسہ لیا تھا خواب میں تصویر کا۔

هڪ سائل صاحب جي گهر تي گداگري جو گهات ملاحظه هجي:

کیوں مُنہ بنا رہے ہو بوسے کے مانگنے پر،
خوش ہوتے ہیں سخی جب سائل کو دیکھتے ہیں۔

اهي مختصر مثال ته هئا اردو جي قديم درويش صفت شاعرن جا. پر هاڻ چند مثال اردو جي جديد نوجوان جذبات پرست ۽ جدت طراز شاعرن جا پڙهو.

بوسه تي پريم پجاري جا هينيان اشعار ڪيتريقدر صبيح و مليح ۽ حسين و لطيف آهن:

تم آئینہ میں اپنے لب چوم لینا،
یہی دور افتادہ کا پیار ہوگا۔

## پٺي پراٺونه ٿئي-49

اردو شاعريءَ ۾ آئينه، پيار ۽ بوسه سڀ ڪجهه موجود آهن، مگر پردي ڪان محبوب ڪي چُمي ڏيڻ جي جيڪا سهڻي ترڪيب ٻڌائي وئي آهي، اُها بلڪل نئين شيءِ آهي ۽ الفاظ به بلڪل رنگين ۽ سادا.

شراب ۽ بوسه ٻئي لذيذ آهن، تنهنڪري شاعرن اُنهن عنوانن تي دريا وهائي ڇڏيا آهن، پر اهڙو شعر به ڪو ٻڌائي سگهندو؟

*اب ہونٹ دیفروش ہیں اور ہونٹ بادہ نوشند،*

*موقوف دور شیشہء و پیانہ کردیا۔*

سنڌي سگهڙن گهڻو ڪري مِني به ماٺ مُني به ماٺ، وهائي ڪنئي آئي. اسانجي اڳين شاعري ته سراپا توحيد و تصوف آهي. اسان جا شاعر نه رڳو شاعر هئا، پر اهل الله زنده دل درويش هئا. هو وصال جا خواهان ۽ حُجتي ۽ منچلا نه هئا، مگر رضا باالقضا ادب و نياز جا پتلا ۽ هجر و فراق ۾ ئي خوش هئا. خصوصاً عاشق و طالب ڪي جيڪا وڇوڙي ۾ لذت اچي ٿي، اُها وصل ۾ هرگز ناهي، مرحوم علامه اقبال به فرمايو آهي ته:

*عالم سوزو ساز میں وصل سے بڑھ کے ہے فراق،*

*وصل میں مرگ آرزو ہجر میں ذوق طلب۔*

جيئن شاه عبداللطيف ڀٽائي فرمايو آهي ته:

گڏجڻ ته گمراهي، جدائي ته جشن،

اِيو ائين پسن، پاسي ڪريو پاڻ ڪي.

يا وري صديق فقير سومري به چيو آهي ته:

گڏجڻ تنهنجو گهوريو جدا ٿي تون يار،

پهتا سي پار، جن ڪي وصال ئي نه ٿيو.

ته هاڻي جيڪي جدائي جو جشن ملهائيندڙ جوڌا هوندا، انهن ڪي بوسه ڪنار جي ڪهڙي خبر. البت وري به جيڪي مجازي مام جا ماهر آهن، انهن ڪجهه وڪر ونديو آهي ۽ لبِ يار جي مئاس جو مذڪور ڪيو اٿن.

شايد مير عبدالحسين سانگي جهڙو سودو ۽ قرض ڪنهن پارسي يا اردو شاعر به محبوب کان نه ڪنيو هوندو، هو چوي ٿو ته:

چُمين جا چار لک نقدي عجيبن کان اُڌاريا مون،
جڏهن گهرندا تڏهن تن کي، وري ٻيڻا ڀري ڏيندس.

فاضل شاهه حيدرآباد ۾ چپن جي چاش جو چڱو ذڪر ڪيو آهي، ۽ سندس ديوان ۾ ٻن ٽن هنڌ اشارتاً چيو اٿس ته:

ڇَهِري ڇَپن جي چاش ڇَٽ، جهاتُو هڻن منجهه جان جَهٽ،
چاشول چکائي ڇَهريون هيڪر هٽيڪو ڪن هنيون.

چونڪ سنڌ ۾ بولي پائڻ جو گهڻو رواج آهي، جنهن کي هميشه محبوب جي لبن جي لالائي مشير هوندي آهي، تنهنڪري حمل فقير لغاري محبوب جي لب لعل سان پنهنجي لبن لڳڻ جو سائينءَ کان سبب ٻڌي، بولي جو به ذڪر خير ڪيو آهي، چوي ٿو ته:

لال لب سهڻي دي جب ويکان، بولا جهول ڪڙا سر لب ميان،
اِنهان لبان نالا لڳن لب ميڏي من سائين ڪري سبب ميان.

خليفي نبي بخش سسئي پنهون، حجر مصنف به هڪ هنڌ منڙن لبن جي لذت جو بيان واضح هن طرح ڪيو آهي ته:

مني لب دي لذت ڪيان انگبين هي.
اگون خم دي خجل و نقش چين هي.

(رساله فردوس 1952 مارچ)



# فلسفہ عورت

ہزار بار حکیموں نے اسکو سلجھایا،
مگر وہیں کا وہیں رہ گیا فلسفہ زن۔

**تحقيقات**

عورت هڪ فلسفو آهي، مگر نهايت اهم ۽ پيچيده فلسفو جنهن جي پروڙڻ لاءِ وڏا وڏا فلاسفر بہ شڪست ڪائيندي ناڪام رهيا آهن. جن جي بمقابل مون قليل العقل ۽ ڪم فهم ڪي تہ ڪا بہ حيثيت ڪانهي. تاهم تبادلہ خيالات لاءِ ڪجھہ هديئہ تفڪر پيش ڪرڻ چاهيان ٿو.

المختصر تہ عورت، آدم لاءِ سڀ کان بهترين چيز ۽ شريڪِ زندگي آهي. عورت آدم جوئي خاص پهلو آهي. اول حضرت آدم ع حڪمت ربيءَ سان بنيو سندس حسرت و مايوسي جي خاتمي، تسڪين قلب لاءِ الله تعاليٰ سندس هم جنس ۽ رفيقہ حيات، سندس ئي جُز مان بيبي حوا رضہ پيدا ڪئي، جنهن جي رعنايئ سان حضرت آدم ع فردوس ۾ دل وندرائيندو رهيو. خطئہ زمين تي بہ هر وقت پاڻ ۾ مونس و غمخوار رهيا.

عورت هڪ مقناطيس آهي، جا ڪنهن بہ آهنِ دل مرد کي پاڻ ڏي منٽن ۾ ڇڪي وٺي ٿي. عورت، ارضي حور آهي، جا پنهنجي سادي گهر کي بہ رشڪ فردوس بنائي سگهي ٿي، مرد فقط ظاهري قيود گيود ۽ حڪمرانيون

ڪري سگهي ٿو. مگر عورت، دل جي بي بها خزاني ۽ آزاد سلطنت تي بہ آساني سان حڪومت ڄمائي وڃي ٿي.

عورت کي درگاهہ ايزديءَ مان اُها عزت عطا ٿيل آهي، جو روح الله جهڙو مقبول پيغمبر بہ 'ابن مريم' جي لقب سان ملقوب آهي ۽ مشهور آهي. غالب مرحوم بہ پنهنجي دوا طلبي لاءِ 'ابن مريم' جي تشبيهہ پيش ڪري ٿو:

ابن مريم ہوا کرے کوئی،
میرے دکھ کی دوا کرے کوئی۔

ٻڌجي ٿو تہ قيامت جي ڏينهن بہ هرڪو شخص ماءُ جي نالي سان پُڪاريو ويندو ۽ شافعِ مِحشر حضرت محمد مصطفيٰ خيرالوريٰ عليہ الصلوات والسلام بہ اُمت مرحومہ لاءِ سفارش عورت يعني بيبي فاطمة الزهريٰ خيرالنساء جي پارت جو آرزو مند رهندو.

عورت کي صبر و استقلال جو اهو ناياب گوهر هديو مليل آهي، جو پنهنجي جگر نورِ نظر جي قرباني جو ٻڌي شڪر گذار ٿئي ٿي ۽ شيطان جي برغلائڻ تي ڪيس هِي زرين الفاظ چوي ٿي تہ: "اي نافرمان شيطان! هي تہ هڪ اسماعيل آهي، پر جي هزار اسماعيل هجن تہ بہ الاهي رضامند تي قربانيءَ لاءِ تيار آهيان." عورت، دوزخ کي جنت ۽ بهشت کي دوزخ بنائي سگهي ٿي.

عورت، هاروت- ماروت، جهڙن مشرف روحن کي بہ منتن ۾ پنهنجي جادو بيانيءَ سان مجرم ثابت ڪري ڏيکاريو. حضرت آدم ع جو بهشت مان نڪرڻ بہ عالم آشڪار مثال آهي. عورت جون وفاداريون صفحہ ڌرتيءَ تي زرين يادگار آهي.

مثال طور 'هير' جو ئي قصو ڪافي آهي. عورت جي محبت ۽ دليري جا رنگين ۽ لافنا نقوش موج مهراڻ جي فلڪ بوس سطح تي تاهنوز منقوش آهن. 'آيت تطهير' ۾ بہ هڪ عورت حصيدار آهي.

عورت جي عصمت لاءِ ڪيچ مڪران جو ريگستان شاهد آهي، نہ صرف ايترو پر خود فرقان حميد بہ عورت جي عزت ۽ عصمت جو گواهہ آهي.

پٺي پراڻو نه ٿئي-53

عورت جي حب الوطني ۽ پختہ ارادگيءَ لاءِ عمر جو ڪوٽ شاهد آهي، پر ساڳئي وقت عورت جي مڪرو فريب تي بہ قرآن مجيد نڪتہ چين آهي، ۽ "**لمرضات ازواجڪ**" جو عتاب، عورت جي ئي ذريعي حضور جن صہ تي صادر ٿيو. عورت جي نڪتہ ناز اڳيان زبردست قابل بہ مجنون آهي. عورت جي سخنوري، علمي، لطافت، شِعر پردازيءَ تي ديوان مخفي ڪافي روشني وجهندڙ آهي. عورت، جي حاضر جوابي ۽ سخن سنجي بہ قابل رشڪ آهي. هڪ دفعي زيب النساء جي ڪنيز خوش نميز آئينو ڪنيو پئي آئي تہ سندس هٿ مان آئينو ڪري پور پور ٿي پيو. ڪنيزڪ باخستہ دل راڻيءَ کي چيو تہ:

از قضا آئينہء چيني شڪست۔

راڻيءَ جواب ڏنو تہ:

خوب شد اسباب خود بيني شڪست۔

واه واه، سبحان الله! ڇا اسلوب البياني، سخن راني ۽ نازڪ خيالي آهي، جنهن ۾ معصوميت جو انداز ۽ تصوف جي جهلڪ چلڪندي نظر اچي ٿي مرحبا! هن ڪانپوءِ اچو وري تصوير جي ٻئي رخ تي.

عورت جي جهالت بہ احاطئہ تحرير کان بعيد آهي. "ڏائي ڪُڙي ۾ عقل" مشهور آهي. عورت جون حُليہ سازيون ۽ مڪاريون بہ ناقابل فراموش ۽ پُرغضب آهن. حضرت يوسف عليہ السلام تي زندان جون دراز مصيبتون بہ عورت جي ئي ذريعي نازل ٿيون. عورت، جي حريصانہ نگاهن تي عزيز مصر جي پُر رونق قصرات جي روح پرور فضا ۾ يوسف عليہ السلام جي چاڪ دامن جي شيرِ خوار معصوم ٻار شاهد آهي. حسن عورت جي ڪرشمہ سازين تي دريائي نيل جي نغمہ نواز لهرين تان انطوني جي لنگر برآري ۽ سلطنت روما کي غير شاعرانہ حد تائين متزلزل ڪري ڏيڻ واري گهڙي شاهد آهي.

عورت جي بيوفائي ۽ سنگدلي بہ قابل حد نفرت آهي. مولانا جامي بہ عورت جي بيوفائي، غداري ۽ فتنہ بازيءَ کان تنگ ٿي چوي ٿو:

آن بلا هاے کہ بيني در جهاں،
جملہا هستند از شوميء زناں۔

حضرت حسن، شاهِ زمن ابن علي جهڙي اهل جنت جي غنچ زندگي کي بہ غدار عورت جي ناپاڪ هٿن جي ڏنل زهر هلاهل پامال ڪري ڇڏيو.

عورت، جفاڪش ۽ پختہ خيال ۽ جانباز بہ آهي، پر تنهن سان گڏ سخت عياش، سُست، بزدل، خودپرست، خود آرا، بيوفا، مڪار حليہ ساز بہ آهي. عورت هينئر خود خيال ۽ آزاد آهي. مرد سندس هر رضامنديءَ واسطي سريڪف نظر اچي ٿو. هڪ عورت جي سڌرڻ کان ڪم از ڪم گهر جا سڀ ياتي سڌري سگهن ٿا.

افسوس! عورت اڄڪلهہ جيتريقدر آزاد ۽ خود خيال آهي، ۽ پنهنجي زندگيءَ جو بي بها خزانو هار سينگار، ناز نخري ۽ چال چلت ۾ صرف ڪري ٿي ۽ بس اوقات فلم بيني لهولب وغيره جو نذرانو ڪري ٿي. جيڪڏهن اوتري قدر علم و ادب ۽ هنر ۽ ڪمال ڏي مائل ٿئي تہ جيڪر ڪيتريقدر دنيا سڌري وڃي ۽ علمي ادبي بيداري پيدا ٿي وڃي.

خدايا! تون عورت کي ناز نخري جي ريشہ دوانين ۽ جاهليت جي قبر مان ٻاهر ڪڍي، علمي ادبي ۽ اخلاقي دنيا ۾ آڻ، تہ زمانو سندس خط و خال ۽ فاني حسن و جمال جي غرض، سندس علم و ادراڪ، فضيلت ۽ ڪمال جو نہ صرف قائل ٿئي، مگر درس عبرت وٺي، افلاڪ ترقي ڏي پرواز ڪري. آمين. اهو آهي هڪ فلسفہ عورت جو مختصر نقشو.

انشا الله هن کان پوءِ فطرت عورت ناظرين جي دلچسپي لاءِ پيش ڪندس.

بو د بيوفائي سرشتِ زناں،

مياموز کردار زشتِ زناں.• (اديب سنڌ)

---

• عارف المولي جي مٿئين مضمون "فلسفہ عورت" جي جواب ۾ مس ضيا صاحبہ مضمون لکيو جيڪو 'اديبِ سنڌ' مئي 1942ع ۾ شايع ٿيو ۽ وري ان جي جواب ۾ عارف المولي هڪ ٻيو مضمون 'فطرت عورت' لکيو، جيڪو پڻ اديب سنڌ ۾ شايع ٿيو. پڙهندڙن جي دلچسپي ۽ هن بحث جي پيش نظر، محترمہ جو مضمون هتي فوٽ نوٽ ۾ پيش ڪجي ٿو. (مرتب)

**تحرير مس ضيا:** فيبروري اديب سنڌ جو پرچو پڙهيو ويو ۽ فلسفہ عورت خاص توجهہ سان پڙهي قدري عجيب لڳو. برادرم شاهہ صاحب [عارف المولي] عورت جي تصوير جا بہ رخ ڏيکاريا



آهن. ٻئي رخ ۾ لکيو ويو آهي، تہ عورت جون حُليہ سازيون ۽ مڪاريون بہ ناقابل فراموش آهن ۽ ڏائي ڪُڙي ۾ عقل.

حضرت آدم ع جي ترّجڻ جو الزام عورت تي آهي، پر جيڪڏهن حقيقت جانچجي تہ بيبي جو ڪوبہ تصور ڪين هيو، ڇو تہ هن وٽ سچائي ۽ محبت موجود هئي، جا شي هن کي ملي تنهن مان اڌ حصو هُن پنهنجي خاوند لاءِ رکڻ ضروري سمجهيو. اهو توهان ئي انصاف ڪرڻ فرمايو تہ ڪٽڪ جو داٿو آڻيندڙ مرد هو يا عورت؟

برادرم شاھ صاحب لکيو آهي، تہ حضرت يوسف ع تي زندان جون دراز مصيبتون بہ عورت جي ئي ذريعي نازل ٿيون هيون. برادرم شاھ صاحب! انهيءَ فقري ۾ اوهان مردن جي ذات بہ اول ذميوار آهي، جيڪڏهن حضرت يوسف ع کي ڀائر محبت سان ڏسن ها ۽ حسد ڇڏي ڀيءُ جي حڪم موجب هلن ها ۽ حضرت يوسف ع کي چاھ تاريڪ ۾ نہ اڇلائين ها تہ نہ حضرت يوسف مصيبتون ڏسي ها ۽ نہ ويچاري بيبي زليخان دل جي هٿان مجبور ٿي پياري زندگي تلخ و تباھ ڪري ها. امام حسن المجتبيٰ عليہ السلام کي عورت زهر ڏنو ۽ تحقيقات ڪرڻ فرمائيندا تہ اهو زهر هلاهل ڪنهن جي چوڻ سان ڏنل هو ۽ ٿڌي دماغ سان ويچار ڪندا تہ زهر ڏيندڙ عورت جو صلاحڪار مرد هيو يا عورت. افسوس! جو اسانجي ياءُ کي امام حسن المجتبيٰ جو ذڪر ياد آيو آهي ۽ مظلوم حسين عليہ السلام جي مصيبتن جو داستان ڪانئس وسري ويو آهي، جو ڪربلا جي وسيع ميدان ۾ لکها مردن جي هٿان هڪ مظلوم نبيءَ جي لخت جگر، نور نظر پياري نواسي طرح طرح جون مصيبتون سَنيون ۽ آخر تن ڏينهن جي پياسي شهادت جو رتبو حاصل ڪيو. ”صلوات الله علي الحسين و اهلبيتہٖ و اصحابہٖ و لسنت الله عليٰ القاتلانِ حسين واعدائہٖ“

بيون ڳالهيون سڀ ڇڏي هي مختصر الفاظ لکجن ٿا تہ ابتدا کان وٺي وحدانيت سان همسري ۽ سرڪشيءَ بہ مردن جي ذات ڪئي آهي. جهڙوڪ شداد، هامان، فرعون ۽ نمرود وغيره ۽ اوهان نہ ٻڌائي سگهندا تہ هن وقت تائين ڪنهن عورت بہ خدا سڏائڻ جي دعويٰ ڪئي هوندي

اهو سڄي دنيا انصاف ڪندي تہ عورت ۾ وفا جو مادو مرد کان وڌيڪ آهي. عورت خود غرض ڪڏهن نہ آهي. خيال ڪري ڏسندا تہ عورت پنهنجي خواهشات کي ڪيڏو نہ قربان ٿي ڪري ڪنواريءَ والدين جي خوشيءَ خاطر ۽ شاديءَ کانپوءِ شوهر جي مرضيءَ موجب.



(هن مضمون جي جواب ۾ جيڪو سون مضمون لکيو هو اهو بہ اديب سنڌ 1946ع جون واري پرچي ۾ شايع ٿيو جنهن جي تائيد اديب سنڌ جي ذريعي ٻين دوستن بہ ڪئي ۽ وري ڪنهن بہ صاحب/ عورت جواب نہ ڏنو! بقلم: عارف المولي)

# فطرت عورت

## (گنهگار مرد يا عورت)

اديبِ سنڌ مئي 1946ع جو پرچو پهتو. ”ادب لطيف“ تمام دلچسپي سان پڙهيم خدا ڪري ته شال اهڙا علمي ۽ ادبي بحث مباحثه هميشه جام ترقي تي هجن. محترمه ضيا صاحبه منهنجي مضمون جو جواب لکندي، ثابت ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي آهي ته ”مرد گنهگار آهن نه ڪِ عورتون“. تحقيق سان ڏسبو ته برابر گنهگار ٻئي ڏريون آهن، پر مرد وفادار زياده آهن، بمقابل عورتن جي ۽ مون ’فلسفه عورت‘ ۾ به عورت جي بيوفائي ثابت ڪئي آهي! نه ڪِ گنهگار!! جنهن تي هاڻي به مستقيم آهيان، ۽ هينئر ته ”فطرت عورت“ جو زرين نقشو به ناظرين ڪرام جي اڳيان چڱي طرح چمڪندو.

1. حقيقت ڇا هي ته عورت، مرد لاءِ سڀ کان بهترين صلاحڪار ۽ رفيقه حيات آهي. مرد سندس رضامنديءَ لاءِ هر ممڪن ڪوشش کان دريغ نٿو ڪري، پوءِ ڇو نه اها عورت موچاري روش اختيار ڪري ۽ ڪارِ گنه، راهِ بد کان اجتناب ڪري، جنهن ۾ ٻنهي جو ڀلو آهي. محترمه صاحبه رقم طراز آهي ته: ”بيبي حوا بي قصور آهي، ڇو ته هن وٽ سچائي ۽ محبت موجود هئي جا شي هن کي ملي، تنهن مان اڌ پنهنجي خاوند لاءِ رکيائين وغيره“. الجواب! ڪا محبت ۽ سچائي به عقل، آرام ۽ جان جو زيان ثابت ٿيندي آهي، پر ان کي محبت ۽ سچائي ڪير ٿو چئي؟

اهو ته پورڙائي ۽ ناداني جو دليل آهي. محبت ته حضرت آدم ع جي ڇئجي. جنهن پنهنجي زال کي خوش رکڻ لاءِ حڪم خدا به وساري ڇڏيو ۽ گلزارِ جنت کي به الوداع چيائين. پر رفيقه حيات کي رنج نه ڪيائين.

2. 'سوال آهي ته ڪڻڪ جو داڻو آڻيندڙ مرد هو يا عورت؟'

الجواب ته داڻو آڻيندڙ ڪو به ڪونه هو. شجر سامهون باغ فردوس ۾ بيٺل هو. الله تعاليٰ اڳ ئي ٻنهي کي فرمايو ته:

## "لاتقربا هٰذه الشجرة فتكونا من الظّٰلمين."

حضرت آدم ع هر وقت مجتنب هو ۽ قهر الاهيءَ کان ڊڄندڙ. مگر بيبي صاحبه کي شيطان دشمنِ ايمان گمراهه ڪيو. جنهن دامِ فريب ۾ مقيد ٿي بيبي حوا اڳ ئي اهو داڻي جو کاڌو ۽ اڌ حصو حضرت آدم ع لاءِ رکيائين.

اگرچه پوءِ حضرت آدم ع به قصور وار آهي. تاهم سبقتِ گنهه بيبي صاحبه کي ئي نصيب ٿي. ۽ آغاز جرم خاڪي جو اهو ئي پهريون ڏينهن هو. جنهن جو اولين شرف عورت کي ئي نصيب ٿيو.

شيطان حضرت آدم ع کي هرگز گمراهه ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿئي ها. پر حضرت آدم ع تي پنهنجي هم جنس ۽ شريڪ زندگي جو ئي اثر ۽ تصرف زير ڪارگر ٿيو ۽ فقط عورت جي رضامنديءَ لاءِ ممنوع ميوو کاڌائين ۽ جنت مان ٽڙايا ويا.

ڪاش! بيبي صاحبه ائين نه ڪري ها ته هميشه ساڪنانِ جنت نه هجن ها؟ غور ڪريو ته جڏهن عورت جي اولين محبت جو اهو اثر آهي ته پوءِ ڇا ٿيو هوندو ۽ ڇا ٿيندو رهندو.

3. سوال زندانِ يوسف حضرت يوسف جي تڪاليف جو آغاز برابر ڀائرن جي حسد ۽ بغض کان ٿيو ۽ اول ذميوار به برابر برادرانِ يوسف آهن. پر اُهي جلد ئي توبهه تائب ٿيا. پنهنجي ڪيل خطا تي پشيماني ڪيائون ۽ اعترافِ گنهه هنن جي دلين کي موم بنائي ڇڏيو ۽ هنن جو ڪجهه ڪيو سو برادرانه تعصب ۽ حسد کان. پر سو به مرد مرد سان نه ڪِ ڪنهن عورت سان. پر اي ڪاش! بيبي زليخان رضه دعوائي محبت ۽ دم عاشقي هڻندي به

پنهنجي مرغوبِ دل، محبوب جان ۽ مطلوبِ روح، آفتابِ حسن سان ڇا ڇا
ڪيو ۽ ڪيتريون تڪليفون ڏنيون. تاريڪ زندان ۾ رکيو ويو ڪوڙيون
تهمتون هڪ پاڪباز هستيءَ تي مڙهيون ويون، جنهن جي معصوميت تي
الله پاڪ شير خوار معصوم ٻچو شاهد بنايو ۽ پاڪ ذات ڪبريا (ان ڪيد
ڪُن عظيم) جي لباس زجر سان به عورتن کي ئي سرفراز فرمايو نه ڪِ
برادران يوسف کي.

عورت جي خود غرضي ۽ هَوس پرستيءَ لاءِ بيبي زليخان جوئي
مثال ڪافي آهي، جنهن پنهنجي نفساني خواهش ۽ مطلب لاءِ جنهنجي
عاشقي جو دم هنيائين، ۽ محبت ۾ مبتلا هئي، اُن کي ئي هزارها مشقتن جو
شڪار بنايائين. ٻڌائيندو ڪو اهڙو مثال؟ جو ڪنهن مرد عاشق پنهنجي
محبوبه کي ائين بي دردي‌ءَ سان ستايو هجي؟ قيس جو جنون، فرهاد جي
ڪوهه ڪشي، صاحبِ تخت رانجهن جي گداگري وغيره مثالهائي مردان
نصف النهار جا اظهار آهن. پوءِ جنهن حريص عورت، خود غرض عورت جي
محبت ۽ پيار مان به ايترو نقصان هجي ته اُن جي عداوت ۽ حسد ته الائي
ڪهڙيون برباديون ۽ تباهيون ڪندو... پناه !!

4. حضرت حسن ع جي زهر جي حقيقت. برابر حضرت حسن
شاهه زمن لاءِ زهر موڪليندڙ يزيد پليد هو جو هڪ پڪو دشمنِ اهل بيت،
زاني، شرابي ۽ خلاف شرع هلندڙ هو جنهن جي عداوت حسنين عليه السلام
جن سان عالم آشڪار هئي. پر اهڙي مڪار اهل النار جي قندي ۾ هڪ
امام زمان جي عورت جو اچڻ، يزيدي دولت جي آسري تي محمدي ملڪيت
وڃائڻ، چند روز جي ناپائدار تخت متاج جي ڪوڙي خوشيءَ تي اهڙو شباب
اهل جنت جگر علي نور فاطمه الزهرا‌ءِ وڃائڻ ناقابل فراموش ۽ واجب صد
حسرت ارمان ڳالهه آهي.

من ز بيگانه گاں هرگز نه نالم،
که بادن هرچه کرد آن آشنا کرد.

حضرت حسن عليہ السلام کي يزيد هٿان قتل ٿيندي ايترو ڏک نہ ٿئي ها, جيکو پنهنجي هم بستر ۽ رفيقہ حيات زال جي ڏنل زهر هلاهل کان سندس مڪرم روح پُرفتوح کي صدمو پهتو.

وري بہ حضرت حسن ع سائين جي ڪرم فرمائي ۽ احسان بخشي تي تواريخ جا زرين اوراق شاهد آهن, جن جعده جفاڪار جا عيب نہ اُگهاڙيا برابر پارس جو پٿر کي قدر ڪونهي. اگرچہ ان ۾ روز شب رهي ٿو؟ هت ۾ ڳالهہ بہ ياد آئي اٿم, اوهان کي بہ ضرور معلوم هوندي ليلان لهور شهر جي ساڪن جو ڪنهن زماني دلور جي پرڳڻي ۾ (راقم عارف المولىٰ جي ڳوٺ کان تقريباً ٽن ميلن جي مفاصلي تي جمڙائو واه جي خوشنما ڪناري کي نزديڪ آهي.) پنهنجو مڙس راجا چنيسر هار جي سينگار ۽ نشق نگام تي وڪيو آهي ڪو اهڙو مثال؟ جو ڪنهن مرد بہ پنهنجي زال کي ڪنهن لالچ تي وڪيو هجي؟

5. مظلوم ڪربلا جو قصو برابر جگر پاش ۽ دل ڏاريندڙ آهي, ۽ اهو ڪير آهي, جو اهڙي رقت انگيز واقعي کان ناآشنا هجي؟ اهو ظلم بہ برابر مردن يعني لشڪر يزيد طرفان هو, پر مظلوم بہ تہ هڪ مردِ خدا ۽ سندس ڪٽنب ئي هو, جنهن هزارها مصيبتن سهندي بہ دامنِ صبر و استقلال نہ ڇڏيو راهِ خدا ۾ سِر ڪٽايائين, گهر لُٽايائين, تشنہ دهن اصغر و اڪبر ڪهايائين. ادل بني قاسم جو سِهرا بدل لاش ٽٽل ريت تي ڦٽڪندي ڏٺائين, عباس علمدار پنهنجي ... سان ڪنيائين, سهسين ستم سنائين. آخرڪار پاڻ بہ ڪِلي سِر ڏنائين ۽ رب جي رضا ميجيائين, پر يزيد پليد جي بيعت نہ ڪيائين.

سر داد نداد دست بدستِ يزيد،

حقا کہ بنائے لا الٰہ ہست حسين۔

سبحان الله! دنيا جون سڀ عورتون گڏجن تہ بہ حسين عليہ السلام جي مختصر صبر و استقلال جو مقابلو نہ ڪري سگهنديون. شجاعت حسين تہ شانِ مردان جو خاص زيور آهن, پر اهي سڀ ظلم مردن ڪيا ۽

مردن ئي سنا ۾ جيڪڏهن ڪو سندن شريڪ غم هو ﺑہ تہ سندن مڪرم ڪٽنب جي 72 ڄڻن جو مختصر قافلو جنهن ۾ مرد ۽ عورتون ﺑہ شامل هئا.

هيءَ ﺑہ حقيقت آهي تہ جنس جنس جي مخالفت ٿيندي آهي، مرد مرد کي نہ سهندو، بادشاھ بادشاھ جو مخالف، شينهن شينهن جو ويري، گهوڙو گهوڙي جو دشمن، باز باز سان، تِتر تِترن سان وڙهندو ۽ زال زال جي ويرياڻي، پر مون ’فلسفہ عورت‘ ۾ عورت کي مرد جو دشمن ثابت ڪيو آهي، ۽ هينئر تہ اُن جي مڪمل تائيد ۽ تصديق ٿي رهي آهي.

مردن جا مردن سان ڪوڙين مقابلا ٿيا ۽ ٿيندا اچن ٿا، پر عورت سان ڪڏهن ﺑہ عداوت نہ ڪئي هونداءون، جيستائين ڪِ عورت سبقت نہ ڪئي هجي ۽ مرد جو عورت کي ستائڻ تمام ٿورو مثال هوندو. جهڙوڪ مون ’تاريخ مصر‘ (اديب سنڌ 1946ع مئي) ۾ لکيو آهي، سو ﺑہ پاءُ پيڻ سان نہ ڪِ مڙس زال سان يا عاشق معشوق سان. افسوس فقط اهو آهي تہ مرد جي ايتري پيار هوندي ﺑہ عورت ڇو ٿي سندس دشمن ٿئي.

يوسف عليہ السلام بيبي زليخان کي پيار نہ ڏنو تہ رنجايائين ﺑہ ڪونہ، پر تنهن هوندي ﺑہ ايتري شدت ۾ تڪليف ڇو؟ حضرت حسن ع جي ايتري نوازش هوندي ﺑہ سندس زال جي ايتري جفاڪاري ڇو؟ انهيءَ منجهان ئي تہ عورتن جي خود غرضي ثابت ٿئي ٿي ۽ لالچ! شداد، فرعون، نمرود برابر ڪافر هئا، سرڪش هئا، سندن دلين ۾ ڪفر جي ظلمت هئي، ذات پاڪ سان سرڪشي ڪيائون، پر عورتن سان تہ هڪڙو فريب ﺑہ ڪونہ ڪيائون. اوهين اها ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو تہ مردن عورتن سان دغا فريب بيوفائي ۽ ظلم ڪيا هجن. فرعون نمرود وغيرہ ڪفارن جي مقابلي لاءِ ﺑہ تہ مرد ئي مقرر ڪيا ويا هئا نہ ڪِ عورتون. فرعون کي سچ چوڻ وارو ﺑہ حضرت موسيٰ ع ئي هو. ٻرندڙ باھ ۾ جلڻ وارو ﺑہ حضرت ابراهيم ع ئي هو يا ڪِ عورت؟ چار وڏا الاهي ڪتاب ۽ صحيفا ﺑہ مردن جي شايان شان آهن. صاحب تاج و المعراج، سردار لولاڪ ﺑہ هڪ مرد ئي هو. خداوند عظيم جا پُرجاھ و جلال 99 نالا مبارڪ ﺑہ مذڪر آهن، اگرچہ پاڪ پروردگار تمثيلن

وغيره کان پاڪ آهي، پر 'نعوذ باالله ' منهنجي خالق حقيقي جا مڪرم نالا مؤنث هجن ها تہ جيڪر زالون گهٽيئي خدائي جي دعوي ڪن ها. الفرض تہ عورت ڪا قليل هوندي، جنهن ۾ سچائي ۽ وفائي جو مادو هوندو ۽ ڪنهن مرد ذات سان وفائي ڪئي هوندي، باقي مرد ويچارا هزارين حسن عورت جا عاشق، سندس ناز و ادا تي بصر جيان قربان، پر عورت سدائين بيوفا ۽ نامهربان. برابر دوشيزه، عالم شباب جي نوخيز پري، جنهن کي اڄ ڪلهه 'مِس' بہ چيو وڃي ٿو. عالم حياءُ حجاب ۾ رهي ٿي، پر اڄ اُها حجابگي بہ تمام گهٽ آهي. وڏن شهرن ۾ تہ جن کي اڄ دنيائي ادب تهذيب جي نالي سان پُڪاريو وڃي ٿو، اُتي تہ سَوَن ۾ هڪ بہ باقي اڃا بہ ساڪنان دشت و صحرا باشندگان جهنگل ۾ اهڙيون پنجاه دوشيزائون ليي سگهنديون، جي لاچار پهريون دفعو والدين جي رضامندي جو ثواب حاصل ڪن.

(اديب سنڌ، 1945ع فيبروري)



# مرد ۽ عورت•

گهڻي مدت کان وٺي رسالي فردوس ۾ "عورت" متعلق مضامين ايندا رهن ٿا، ۽ هر هڪ صاحبِ قلم پنهنجا زرين افڪار پيش ڪندو اچي ٿو. تازو فيبروري 53 واري پرچي ۾ به "عورت گناهه جي ماءُ آهي" جي عنوان سان ڪيبرائي فقير جو مضمون شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ دنيا جون ساريون تهمتون ويچاري نفيس نار جي ڪمزور ڪُلهن تي مڙهيون ويون آهن. ان باري ۾ مون اڳ به ڪجهه لکيو آهي، ۽ هينئر به پنهنجا خيالات پيش ڪرڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهان ۽ پنهنجي سُڌٻُڌ آهر ڪجهه خامه فرسائي ڪيان ٿو.

1. هي جو مردن، عورتن تي هيترو ڪٺي حملو ڪيو آهي، سو خبر ناهي ته الائي ڇو؟ حالانڪ تاريخ جو مطالعو ڪبو ته معلوم ٿيندو ته دنيا ۾ پهريون خون جو قطرو وهارينڌڙ ۽ عورت کي پنهنجي هوس جو شڪار بنائيندڙ به هڪ مرد هو جنهن کي پهريون قاتل فاسد چئجي ته به مناسب آهي. اگرچه گناهه جي ابتدا ته اڃا به اڳ باهه فردوس ۾ ٿيل آهي، مگر تنهن ۾ به ٻئي گڏ "مرد ۽ عورت" حصيدار آهن ۽ ٻئي گڏ فردوس جون رعنائيون

• نوٽ: هي مضمون ڪيبرائي فقير جي جواب ۾ لکيو ويو آهي، سندس ٻيو مضمون "عورت گناه جي ماءُ آهي" جي عنوان سان رساله فردوس ۾ شايع ٿيو آهي- عارف

ڇڏي زمين تي ڪريا ۽ ٻنهي کي معافي ملي ۽ گڏوگڏ رهيا ۽ رهندا وڏندا ويجهندا آيا. تنهن ڪانپوءِ جي عورت دنيا ۾ مڪارين ۽ فريبين پٺي هلايون آهن، تہ مرد بہ ظلم ۽ فساد پٺي هر وقت دنيا ۾ ڪٽرا ڪيا آهن، ۽ ڪندو رهي ٿو ۽ مرد عورت تي تہ هر وقت پٺي ظالم قابض ۽ جابر رهيو آهي، ۽ عورت هميشہ مرد جي مظلوم پٺي رهي آهي. ملڪ ملڪ جا مرد عورت سان قسمين قسمين جا ظلم ڪندا آيا آهن.

اسلام کان اڳ مصر، شام، روم ۽ عرب وغيره ۾ عورت کي ڍڳن ڍورن وانگر ملڪيت سمجهيو ويندو هو. عربن جو تہ طريقوئي نرالو هو. ڌيءَ کي تہ ڄمڻ شرط اوئال اوئال ڪندي ئي جيئري قبر ۾ پوريو ويندو هو. وڏن ديوتائين ۽ ٻُتن اڳيان عورت کي 'ٻل' چاڙهيو ويندو هو. يهودين ۽ نصارن جي ديولن ۽ گرجائن ۾ حسين ۽ معصوم دوشيزائن جي عصمت لُٽي ويندي هئي. عورت کي پيءُ مڙس جي ملڪيت مان ڪوبہ حصو ڪونہ ملندو هو. هندستان ۾ تہ عورت کي مڙس جي ميت سان گڏ ساڙڻ جي ڪُڌي رسم سالن جا سال هلندي هلي.

2. اسلام جي اچڻ بعد ئي عورت کي مساواتي حقوق مليا ۽ حضور صہ جن جهڙي مفخر موجودات هستي هر وقت مردن کي عورت جي حقن جي حفاظت جو تاڪيد ڪيو. قرآن پاڪ مرد ۽ عورت لاءِ هڪجهڙا حڪم صادر ڪيا ۽ هڪ ٻئي جو 'لباس' فرمايو. طلاق جا شرائط مقرر ڪيا ورنہ اڳي مرد کي هر طرح جو حق هو تہ هُو جيترا پيرا وڻيس تہ زال کي طلاق ڏئي ڪيڏي ڇڏيس يا وري وٺي اچيس، پر اسلام ان طريقي کي قطعي ناجائز ٺهرايو ۽ هڪڙيون خاص حدون مقرر ڪيون.

3. واقعي اسلام آيو ۽ دنيا ۾ سچ صفائي ۽ توحيد جو نور چمڪايائين، پر سچ پُڇو تہ ويچاري عورت اڄ بہ محڪوم ۽ مظلوم آهي، رڳو اسانجي سنڌ جي هيءَ حالت آهي، جو اَپر سنڌ ۾ جيڪڏهن مڙس زال مان ڪِڪِ ۽ ڪنو ٿيو تہ زال تي ڪوڙيون تهمتون مڙهي ڪيس قتل ڪري ڇڏيندو ۽ دوستن يارن ۾ فخر سان چوندو تہ 'ڪاري' يعني زانياڻي هُئي

تڏهن ڳُڻومانس. ڪراچي ۽ حيدرآباد وغيره شهرن ۾ ڪجھ قومون خاص طرح زالن جو وڪرو لايو ويٺا آهن. هي تہ اسانجو چشم ديده واقعو آهي ۽ روزمره جو واپار پيو هلي ۽ افسوس سان لکڻو ٿو پوي تہ اسانجي پرسان تعلقي سنجهوري ۾ ڪجھ قومون بہ ويچارين بي زبان نياڻين کي هزار بہ هزار چار هزار روپيہ وٺيو ڏيگن ۽ مينهين وانگر وڪڻيو پنهنجي پيٽ ۾ جَهنمر جي باھ پيا ڀرين. ويچاري هڪ ليلا کان ڀورڙائي ۾ مٽئي تي محب مٺڻ جي خطا ٿي تہ اڄا تائين شعراء ڪرام جي طعنن کان نٿي ڇُٽي، پر هت تہ روزاني لکين ليلائون سرِ بازار وڪامنديون رهن ٿيون، ۽ ڪو چُون چَرا بہ ڪرڻ وارو ڪونہ آهي.

سنڌ جي خاندانن ۾ اهو عام رواج آهي تہ ڌيئرن کي حق بخشرائي ويهاريو ڇڏين ٿا، پر خبر آٿو تہ ڇو ۽ ڇا ڪان؟ هڪ تہ چوندا اسانجو ثاني شريڪ ڪونهي، ڪنهن کي ڏيون؟ (خاص ڪري اسلام کان اڳ عربن واري جهالت) پيو خاص مطلب اهو آهي تہ پرڙائي ڏينداسون تہ ملڪيت جو وڏو حصو نياڻي بہ ڪٽي ويندي، جو گوارا نٿا ڪري سگهون.

اي مردا تون تہ چار عورتون نڪاح ۾ آڻي سگهين ٿو ڏھ پندرنهن ساهيڙيون ۽ بہ چار سرتيون بہ وهاري سگهين ٿو پر عورت کي ايترو بہ حق ناهي جو صرف هڪ مرد سان بہ نڪاح ڪري سُکي وقت گذاري سگهي. ڇا عورت جي سيني ۾ دل ناهي؟ يا سندس دل ۾ جذبات ناهن؟ ويچاري عورت، طاقت گويائي رکندي بہ گُنگ آهي، ۽ هن کان ڪو پڇڻ وارو بہ ناهي تہ او مظلوم عورت تنهنجي بہ ڇا مدعا آهي؟ بقول حضرت غالب:

*ہم بھی منہ میں زبان رکھتے ہیں،*
*کاشد پوچھو کہ مدعا کیا ہے۔*

ٻُڌايو تہ ڪو پنڌرهن سالن ڪانپوءِ نوجوان ڇوڪرو بہ ماءُ پيءُ جي ڇوڙ تي تنها زندگي گذاري سگهندو؟ يا ماءُ پيءُ جي حڪم موجب شادي جو خواهان نہ ٿيندو؟ ضرور بغاوت ڪندو ۽ شادي ڪندو ۽ هوڏانهن مظلوم عورت ڏسو جا پنهنجي جواني جون سرمست بهارون پيءُ جي رضامندي

خاطر، ڪوٽ جي بلند چار ديواري اندر حسرت و ارمان سان گذاريندي رهي ٿي، ۽ خاموش شمع وانگر جلندي، رنگين ڳوڙها ڳاڙيندي پنهنجي اُداس ۽ افسرده زندگي جا پويان پساهہ پورا ڪندي ڪندي نيٺ هميشہ لاءِ هڪ قبر مان نڪري ٻيءَ قبر ۾ وڃي آرام وٺي ٿي.

حسرت ان غنچوں پہ ہے جو بن کھلے مرجھا گئے

ٻڌايو تہ انهن انڌن رواجن ۽ ڪُڌن ڪرتوتن جو ڪير جوابدار آهي ۽ مرد يا عورت؟

4. هندستاني عورت تہ عاشقي ۾ بہ ٻہ ٽي قدم مرد کان اڳتي وڌي وئي آهي. هوءَ پنهنجي مُئل پتي لاءِ بہ سڌڪاريندي سَتي ٿيڻ چاهي ٿي. اگرچہ اها ظالمانہ رسم بہ مردن جي ئي وڌل آهي، ۽ هندستاني عورت کي زور ڪري مڙس سان گڏ ساڙيو ويندو هو پر تڏهن بہ شاباس آهي، اُن جلندڙ عورت کي بنا چُون چَرا جي لاش سان گڏ جلڻ لاءِ تيار ٿي ويندي آهي. هڪ پارسي شاعر بہ ڇا خوب چيو آهي تہ:

چوں زنِ ہندوکسے در عاشقی مردانہ نیست،

سوختن بر شمع کشتہ کار ہر پروانہ نیست۔

سسئي ويچاري کي سُتل ڇڏي پنهل کي دغا ۽ دوهہ ڪري ڪير ڪٺي ويا؟ ٻُڌايو تہ اُتي بہ ڏونگر ڪير ٿو ڏوري، ۽ دغا باز ظالم ڪير ٿو ثابت ٿئي 'مرد يا عورت؟' سسئي جي سچي سِڪ بابت اسانجو پيارو پٽ ڌڻي فرمائي ٿو تہ:

اڏر نِڌر اَيري سڌر ٿي سچي،

سُپڪ ٿي سيد چئي پهڻن منجھ پچي،

معذور کي مارو ڪيو اولاڪن اچي،

منجهان راهہ رچي ٿيڙي لال لطيف چئي.

ميهار جي ميلاپ لاءِ مهراڻ جي موجن ۾ لهواري لُڙهڻ واري بہ هڪ نڌر نار هئي، جنهن لاءِ بہ پٽائي گهوٽ فرمايو آهي:

گهڙي گهڙو هٿ ڪري الاهي توهار،
جنگهون جرڪي ۾ سسي هٿ سيار،
ڇوڙا بيڙا ڇڪ ۾ لُڙ ۾ لُڙهيس وار،
لکين ڇُهتس لُهڙون ٽيليون لڙنئون ڏار.

راڻل جي رهاڻ لاءِ روئي راتيون ڪاٽڻ واري ٻه هڪ وچڙيل
’وينگيس‘ هئي، جنهن ڦورڙائي فراق ۾ هيئن رت ڦڙا روئي تي پُڪاريو ته:

اُيي اُياريام، نڪٽ سپ نيئي ويا،
هڪ مَيوُ پيو مينڌرو، رات سجي ساريام،
ڳوڙها ڳل هاريام، سورج شاخون ڪڍيون.

هندستاني عورت ويچاري پنهنجي پرديس ويندڙ پتيءَ جي وڇوڙي
فراق جي ويڌن کان، صحبت ۽ سڪ ۾، سمنڊ جي بندر تي ويهيو اچها هيئن
تي باسون باسي ۽ سُڏڪاريون ڪري ته:

اڄ پڻ وايون ڪن وڻجهارا وڃڻ جون،
مون اُبيٺي هليا بندر جن تڙن،
هلڻ هارا سپرين روئان تان نه رهن،
آءُ جهلينديِ ڪيترو آيل ساموندين،
پڳهه چوڙي جن، وڌا بيڙا بار ۾.

عمر مارئي جو داستان اکين اڳيان آهي، عُمر جون هَلائون ۽
سفاڪيون دنيا کان ڳجهيون ڪينهي ۽ مارئي جو سَتُ سيرُ جهلڻ ٻه ڪنهن
کان لڪل ڪونهي، جنهن عمر جي اوچين ماڙين محلن، زر زيورن ۽ پٽ
پٽيهرن تي، پنهنجا ميرا سيرا مارو پُراڻا پڪڙا نه مٽيا، ۽ لِيڙون ٽيل لوئي نه
لاٿائين:

ڪه آسون عمر ڪوٽ جيون ور جهنگل ۾ جهوپي،
جو اباڻن اڏيو ڳُٺن سين ڳوپي،
ويندس ويڙيچن ڏي لوهه پيچي لوپي،
چيِڙ آءُ چُوپي، سڪ لاهيندس سومرا.

آهي ڪو حب الوطني جو اهڙو نادر مثال؟ انصاف جي تقاضا آهي ته پهرين پنهنجا عيب ظاهر ڪجن، پوءِ ڪنهن ٻئي تي نڪته چيني ڪجي، نه ڪِ بقول حضرت سعدي:

ای ہنرہا نہاد بر کف دست، عیبہا نہفتہ بزر بغل۔

مينهن پنهنجي ڪارهن ڏسي ڪا نه، باقي ڏِٺي ڪي چٽئي، 'هَل ڙي پُڇ ڪاري؟' مهرباني ڪري ادباء حضرات اهو ته ٻڌائين ته اوهين جو هيتريون نصيتون پيا ڪريو ته عورت مڪار آهي، دغا باز آهي، بيوفا آهي، هيئن آهي، هوُنءَ آهي، انجي ويجهو نه وڃو ان کان بغاوت ڪريو وغيره وغيره پر تنهن هوندي به عورت ڪانسواءِ ڪا ساعت سرَي سگهيو ٿي؟ ڀلا اُن عورت ڪانسواءِ ڪيئن جدا جالي سگهنداسين، جنهنجي پيٽ ۾ قدرت به اسانکي سچا سارا ڏهه مهينه سانڍيو پوءِ به سال لاڳيتو سندس ٿڃ ڏائي سندس پياري گود جي گهواري ۾ لُڏي لُڏي پلياسين، جنهن عورت ڏک سُک ۾ سردين گرمين ۾ صبر شڪر سان اسانکي منڙيون لوليون ڏئي نپايو نچايو ٽپايو ڪڏايو.

هي ذاتي آذمودو آهي ته ٻار جي روئڻ يا آري آٽ تي پيءُ يڪدم ناراض ٿي پوندو، معصوم ٻچڙن ڪي ڇڙٻيندو ڇيڀيندو مگر ماءُ، جيجل ماءُ، منڙي ماءُ، ڳچور ڪي ڳورانيو ڪري ڳرهي لائيندي ۽ سيني سهيڙيندي پيار ڏئي پرچائيندي!!!

سياري جي سخت سردين ۾ پيءُ صاحب نرم گرم رزايون پايو اگهور ننڊ ۾ گهونگهرا هڻي رهيو هوندو مگر ماءُ، ٻچڙن جي ٿوري ڪُٽڪ تي به اُٿي بسم الله ڪري ٻار ڪي ڪير پياريندي، بيمارين ۾ ٻُکن ۾ ڏکن ۾ سُکن ۾، ڪارين راتين ۾ تتن ڏينهن ۾ اها ماءُ ئي آهي، جا اولاد جو اوجر آسروءِ اميد آهي، حضور جن فرمايو آهي ته: 'جنت مائرن جي قدمن ۾ اٿو'.

اي دنيا جا رقمطراز اديبو! اڄ اوهين انهيءَ عورت جي شڪايت ۾ ڪاغذ ڪارا ڪري رهيا آهيو جيڪا عورت اوهانجي منڙي ماءُ به آهي، ته جيجل ادا ڪري ڪوٺڻ واري پياري پيڻ به آهي، نماڻي نياڻي به آهي ته ڏک

سُک ۾ شريڪ ۽ غم گوندر ۾ گڏ منڪوحہ زال بہ آهي!!! اج اوهين عورت جي ڪمزوري ۽ بي علمي جو فاعدو وٺي مٿس ڪوڙا بهتان مڙهي ۽ سخت حملا ڪري رهيا آهيو حالانڪ عورت تہ هميشہ اوهانجي پانهن ٻيلياٽي ۽ شريڪ غم پئي رهي آهي.

اي مردا جيڪڏهن عورت کي ڪو فاحش بنائڻ وارو آهي تہ بہ تون ئي آهين. عورت کي معشوقہ محبوبہ سڏڻ وارا و بہ تون ئي آهين ۽ مٿس عاشق ٿيڻ وارو بہ تون پاڻ آهين. عورت جي زلفِ دوتا ۾ ڦاسڻ وارو بہ خود تون ئي آهين. ڪڏهن عورت بہ توکي منت ڪئي آهي تہ تون مون تي عاشق ٿي؟ يا منهنجي دا ۾ گيسو ۾ گرفتار ٿي، منهنجي تيرچشم جو گهائل ٿي، يا منهنجي رنگي رخسارن جو ثناخوان ٿي. مگر تون پاڻ ئي آهين جو سڀ ڪجهہ عورت کي بنائين ٿو توئي عورت کي بي علم بنايو. توئي عورت فاحش ۽ عصمت فروش ڪيو تو عورت، کي غلام ۽ ڪنيز ڪري وڪو مطلب تہ توئي عورت کي هر طرح ايذايو ۽ ستايو مگر تڏهن بہ 'اُلٽا چور ڪوتوال ڪو ڏانتي' وارو مثال لايو ويٺو آهي.

ڪيبرائي فقير 'گناهہ جي ماءُ' تہ ڳولي هٿ ڪئي، پر 'گناهہ جو پيءُ' تہ ڪونہ لڏائين تہ ڪهڙو آهي، ۽ ڪٿي آهي؟ اچو تہ آءٌ ٻڌايانوَ تہ 'گناهہ جو پيءُ ڪير آهي؟' دوستو! اهو 'مرد' ئي آهي، جو 'گناهہ جو پيءُ آهي' آءٌ دليل سان چوان ٿو تہ جي 'عورت ابتدا باغ عدن ۾ ڏاڏي حوا کان ٿي، جنهن ڏاڏي آدم کي بهشت مان تڙائي ڪڍيو' جواب ۾ عرض تہ خدا جو ٻنهي کي حڪم هو تہ:

"لاتقربا هٰذه الشجرة"

ان حالت ۾ بہ ڏاڏو ٻنهي گڏجي کاڌو پئي گڏ بهشت مان تڙيا، پئي گڏ مورد عتاب ٿيا، فردوس برين جون منزه رعنائيون ڇڏي پئي گڏ زمين تي لٿا، ۽ مغفرت جي سايہءِ هيٺ بہ پئي گڏ آيا. ايئن تہ ناهي تہ ڏاڏي حوا کي سزا گهٽي ملي، يا هُن جو گناهہ ننڍو هو ۽ هن جو وڏو. جي ٻيبي صاحبہ صلاح ڏنيس تہ ائين تہ خيال ڪونہ هوس تہ آءٌ بهشت ۾ رهان ۽ حضرت آدم ڀلي

زمين تي هلي. وري بہ حضرت آدم مرد هو اهو تہ پنهنجو حوصلہ ڪري ها ۽ خدائي حڪم جو ڏپ ۽ ادب ڪري ها. ان حالت ۾ انصاف ڪيو تہ گنهگار ٻئي هڪجهڙا آهن.

پردو: منهنجا دوست 'عورت' کي تہ پردي جو حڪم ٻڌائين ٿا، ڪلب جي ميمبري سينما وغيره آزادانہ روش کان روڪين ٿا، پر پنهنجي باري ۾ جيڪي حڪم احڪام آيل آهن، سي تہ سيراندي ڪو سُتا پيا آهن، ڇا جتي 'عورت' کي پردي جو حڪم آهي، اتي مرد کي بہ حڪم ناهي تہ: "غير عورت ڏي نہ نهاريو ۽ پنهنجون نظرون هيٺ رکو." (آيت) ڇا؟ قرآن ۾ زاني ۽ زانياڻي ٻنهي کي هڪ جهڙو ئي حڪم آهي يا مرد کي معافي مليل آهي تہ جيئن وڻيس تيئن هلي، باقي عورت نہ ڪري.

دوستو! ٻڌايو تہ ڪلبن، سينما ۽ نون نون گناهن جي ايجاد ڪنهن ڪئي؟ عورت يا مرد؟ قاتل، ظالم، چور، بدمعاش، زاني، شرابي، فاسد، حاسد، ڳنڍيچور وغيره جا پليد ۽ قابلِ نفرت القاب عورت کي مليل آهن يا مرد کي؟

الله سان مقابلي ڪرڻ وارو، اَنَارَبّڪُم چوائڻ وارو زمين تي بهشت بنائڻ وارو ابراهيم کي آڙاهہ ۾ جلائڻ وارو زڪريا کي ڪرت سان چيرائڻ وارو ڪير هو؟ يوسف کي کوهہ ۾ وجهڻ وارا، وري سربازار وڪڻڻ وارا، رسول پاڪ کي تڪليفون ڏيڻ وارا، حسين کي اڃيو بکيو صغير ٻچڙن سان تتل صحرا ۾ قتل ڪرڻ وارا ٻڌايو تہ ڪير هئا؟ مرد يا عورت؟

اڄ بہ جيڪي حالتون دنيا جون پيش آهن تہ انهن ۾ سفاڪيون ڪندڙ خون هاريندڙ چوريون ڪندڙ ڌاڙيل وغيره ٻڌايو تہ مرد آهن يا عورتون؟ هندستان ۽ پاڪستان جو خوني داستان وسري ويو ڇا؟ اڃا اُهي مظلوم مهاجر عورتون ۽ مرد بہ حاضر آهن، جن جا نڪ چپ وڍيل، پستان ڪپيل، شرم گاهون چيريل، طرحين طرحين جي ظلمن جون شڪار ٿيل ويچارا حياتيءَ جا ڏينهڙا بي دليءَ سان ڪاٽي رهيا آهن. اڃا اغوا ٿيل عورتون واپس ڪين وريون آهن، جن جي عصمت روزانہ بي دردي سان لُٽي وڃي ٿي، تہ اهي سڀ ظلم ٻڌايو تہ مرد ٿو ڪري يا عورت؟

آءُ دليل سان چوندس ته عورت کي فاحش بنائڻ وارو بي پرده ڪرڻ
وارو عصمت فروشي جو سبق سيکاريندڙ وغيره به مرد ئي آهي. مرد پنهنجي
هَوس پرستي ۽ شهوت زاني لاءِ عورت کي جدا جدا رنگن ۾ ڏسڻ چاهي ٿو.
عورت هڪ رانديڪو آهي، ۽ مرد بازيگر آهي، جو هن کي طرح طرح سان
کيڏائي ٿو. عورت هڪ منزه مورتي آهي، جنهن کي مرد پنهنجي حريص ۽
شيطاني جسم جي ڇُهڻ سان ناپاڪ ڪريو ڇڏي. عورت هڪ ساز آهي،
سوز ۽ سڪ سان پرپور، جنهن کي مرد پنهنجي مضطراب محبت سان
چوربندو چونگاريندو سُريلا ۽ سُڪر آگين آواز سڻندو سرمست ۽ مدهوش
ٿيندو رهي ٿو پر اهو ساز جڏهن شڪسته ٿئي ٿو ۽ سندس تارون مرد جي
جذباتي مضطراب ڪان ٽٽي پون ٽيون ته پوءِ مرد هن کي نهايت بي دردي ۽ بي
توجهي سان اُڇليو ڇڏي، وري ڪنهن ٻئي سان خوش آواز جي تلاش ۾
سرگردان نظر اچي ٿو.

عورت هڪ معصوم ڪلِي آهي ناشگفته. پُرشاب، سرمست بهار ۽
مرد، هڪ پونرو آهي، بهار جا جذباتي نغمان جهونگاريندڙ ۽ ڪچڙين
ڪلين جو رس چوسيندڙ. پونرو ڪيترو به ڪارو ڪنو ۽ ڪوجهو نظر ٿو
اچي، مگر جنهن وقت مقدس مُڪڙي جي رعنائي ۽ جواني جي تمجيد و
تقديس جا ڪيف آور راڳ آلاپيندو آهي، سندس طرف وڏي ٿو ته معصوم
مُڪڙي مسرت ڪان ڪُليو پوي، ۽ پونري جي پُرڪشش پُڪار تي، جذباتي
جواني جي جوش ڪان پنهنجي بند مُڪڙي کي لبيڪ چوڻ لاءِ کوليو ڇڏي، ۽
پونرو هن جو روح پرور رَسُ چوسڻ لڳي ٿو. هُنکي انوقت اهو خيال ئي نٿو
اچي ته پونري جي هي سُرور انگيز ثنا خواني ناپائدار ۽ مستانه غزلخواني
محض وقتي آهي. 'مرد ۽ عورت جو به اهوئي مثال آهي' مرد پنهنجن منڙن
مگر ڪوڙن وعدن، ٻاجهارن ٻولن ۽ فريبن ۽ وفا آميز مگر دغا ڀريل انجامن
سان، اُلهڙ البيلي موڳي ۽ مُنڌل مُنڌ کي پنهنجي دام فريب ۾ ڦاسائي، سندس
عصمت جا بي بها موتي لُٽي سندس دامن معصوميت کي پنهنجي لُوس باز
حيواني چنبن سان تار تار ڪري ناشگفته مُڪڙي جو راحت افزا رس چوسي،

نازڪ لبن جي لالائي جهڙي شرابي نيڻن جي نيم خوابي ۾ مخمور ڪسي، زلفن جا پيچ و خم ڪمر جي لچڪ گلابي رخسارن جي رنگت اُڏائي، گلشن حسن جي ٻن مشهور فردوسي انارن کي مَهٽي چُوپي چُوسي خالي کوکا ڪري پونري وانگر اُڇلائي هليو ويندو آهي، وري ڪنهن ٻي فردوسي حور جي ڦاسائڻ جا ڦند ڦيريندو رهندو آهي، ۽ ويچاري عورت جيڪا ٿورو اڳ هڪ معصوم منزه ۽ ناشگفته ڪلي هئي، اها هاڻ هڪ اُجڙيل ۽ خزان رسيده گُل وانگر حسرتون ڪندي رهجي ويندي آهي، جنهن گل جو رَس ته پونرو چوسي ويو هجي، باقي پاڻ صرف بي رنگ و بوءِ نالي ماتر شاخ ۾ لُڏي ڪرڻ جي انتظار ۾ پويان پساهه کڻي رهيو هجي. اهو آهي هڪ مختصر نقشه ظالم مرد ۽ مظلوم عورت جو.



# عورت مرد لاءِ نعمت آهي

هزار بار حکیموں نے اسکو سلجھایا،
مگر وہیں کا وہیں رہ گیا مسئلہ زن۔

عورت هڪ اهڙو پيچيده مسئلو آهي، جنهن منجهيل فلسفي کي اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به محقق حل نه ڪيو آهي. جيئن پيا مفڪر به پنهنجي طبع روان کي ان راهه ۾ ريڙهيندا رهيا آهن. تيئن آءٌ به پنهنجا خيالات پيش ڪيان ٿو.

عورت قدرت جو حسين ترين شاهڪار آهي، قادر مطلق جڏهن هيءَ دلفريب دنيا ناهي ته منجهس هڪ وڏي ڪمي محسوس ڪيائين ۽ هڪ خط نظر آيس. ويٺي ويٺي خيال جنبش ڪاڏي ۽ قدرت جي نگاهن ۾ هڪ سهڻي صورت مُهڻي مورت ڦرڻ لڳي، جنهن ۾ صناع ازل، چنڊ جي لطافت، تارن جو تبسم، سج جي سهائي، ملائڪن جي پاڪيزگي، حورن جي عصمت، فردوس جي رنگت، جنت جي نڪهت، گلن جي نرمي، غنچن جي مسڪراهٽ ۽ صبح جي تازگي ڦوڪي، انکي گلاب جي پنکڙين جهڙا نرم و نازڪ لب، موتين جهڙا ڏند عطا ڪيا، آواز ۾ ترنم، نگاهن ۾ ڪشش، نيڻن ۾ خمار ۽ نرگسي نکار، ڳالهين ۾ رَس، ڪمر ۾ بيد جي لچڪ بخشيائين، صبر جي عادت، درد جو احساس، ارادو محڪم، بي زباني خوددار، لذت غم،

پيار و محبت وغيره زيورن سان سينگاري، پريم پُتلي بنائي عالم جي اڳيان پيش ڪئي، جنهن کي قدرت "عورت" جو لطيف ۽ پاڪيزه نام بخشيو ۽ اهو انمول عطيه پنهنجي اشرف المخلوقات انسان کي عطا ڪيائين.

عورت، آدم جي سڀ کان پهرين رفيقہ حيات، سڀ کان مِٺي چيز حسن و محبت جي پتلي، ناز و نزاڪت جي پيڪر، ارضي حور پُر نور قدرت جي بانسري، مجسمہ وفا، سندس سياه زلفن ۾ ڪاريهر وارا پيچ و خم، تليهر واري تيزگي، سندس منور پيشاني ۾ چنڊ جي چمڪ، سج جي سهائي، اکيون ٽانڊاٽا، آهوعين، نرگسي نين، ڪٽوريون ڪاريون، سداخماريون، ساغر بڪف، ميابدوش، گردش ليلاالنهار "**نڪ نسنگ بندوق دو نالي، ڏند چپ کان ڪمان مثالي**"•. '**ڏکهو نڪ نراڙ ۾ ڪنيو منجهه ڪاپارا**'، جاڙا ڀرون، قوس قزح تلوارين کان بہ تکا، '**سيف ابرو سرواهيون خوب هٽن ٽيون کوڙي**'، مڙگانن جا مورچا، پنبڻين جا پيچ، سيب ذقن، چاه غيب ۾ آب حيات، گردن بلورين، صراحي دار ڳچي، ڪونج وانگر ڊگهي، لب لال بي مثال، ڏند انار جواهر داڻا. '**ڏند مهارن ۾ ماڻڪ موتي، سونهن ٽا سارا**'، واه حسن وار دهن تنگ، منڙي زبان، طوطي بيان، کير کنڊ کان بہ وڌيڪ وٽندڙ ماکيءَ کان بہ زياده مٺي، گلابي رخسار منجهن ڪارو تِر حجر اسود، ڇاتي ايريل، جوبن جو نشان، قدرت جو شان نُور جا قبا، قلع حسن وجمال جا بہ مشهد برج، محبت جا مينار نخل قامت جا شيرين اثمار جن ۾ عورت جو سڄو حُسن سميٽجيو گلاب جي ناشگفتہ مکڙين وانگر نروار ٿئي ٿو قندار جا انار جلويدار ان باري ۾ اردو شعرا جا بہ ٽي دلچسپ شعر ٻڌو:

ہاتھ ملتا ہوں جو میں دیکھ کے سینے کا ابھار،
کہتے ہیں توڑئے جنکو یہ وہ نارنج نہیں۔
(آتش)

—

• شاعر منٺار فقير راڄڙ.

سبزه مینائی یہ سینے سے ہیں ابھرے ہوئے،
ہے جیے کشتاب صحن گلشن چند کلیوں کے لئے۔
(سیماب)

جامي عليہ رحمت جو بہ هڪ شعر ملاه خط هجي.

دو گسراب ہر یکے چوں قبہء نور احبابے خاستہ از بحر کافور،
دو نارِ تازہ بر رستہ زیک شاخ کفِ امید شان ناسودہ گستاخ۔

هڪ سنڌي شعر بہ ملا خط ڪيو:

ٻُبا ڀهرحال ٻئي تنهنجا، قبا نروار نوراني،
ٽئي ٻئي جن منجهان ظاهر سنڌ جوڀن جي نيشاني.
(عارف المولىٰ)

قدقامت، سرو صنوبر، لچڪيدار ڪمر، چيتي جي چيلهہ جيان سهڻي سرپاءِ نور، فتنہ زاءِ قيامت، شايد ڪمر جي مٿي ڪڍي حسن جي قلعي جا ٻئي سونا برج ٺاهيا ويا آهن، جن کي پستان چئجي ٿو:

ڪمر جي ڪجھہ مٿي قادر، ڪڍيءِ اِت آهہ اٽڪائي،
انهيءَ صفت ڪنا تنهنجي، نزاڪت ۾ لچڪ آئي.
(عارف المولىٰ)

مقصد تہ قدرت جي ڪاريگر هر طرح ڪيس سينگاري سنواري انساني آسايش ۽ آرام لاءِ موڪليو جا ڪٿي ڪنهن جي مادر مهربان آهي، تہ ڪٿي ڪنهن جي پياري زال آهي، ڪنهن جي نياڻي نماڻي ۽ ڪنهن جي همشير آهي، ڪنهن جي محبوبہ، خوابن جي راڻي جان و دل جي مالڪ آهي. تنهن هوندي بہ نہ معلوم ڇو جهان ڪانئس نفرت ڪندڙ ۽ بجاءِ تعريف جي گلا ڪندڙ آهي.

شيخ سعدي تہ سندس صحبت کان بہ باغي ٿو ڪري ۽ ڪردار ڪان ڪنارو ڪشي جي ترغيب ڏيندي چئي ٿو تہ:

میاسوز کردار زشتِ زناں۔

هت ڪجھہ بين مفڪرن جا رايا بہ پيش ڪجن ٿا.

**يوناني فلاسفر سقراط** چوي ٿو ته: "مون هر مسئلي جي اونهاين کي بخوبي سمجهيو سواءِ فطرت عورت جي آءٌ نٿو ڄاڻان ته عورت جي فتني انگيزي ڪيتري قدر طاقت رکي ٿي. جيڪڏهن دنيا ۾ عورت جو وجود نه هجي ها ته دنيا امن سڪون جو پينگهو هجي ها."

ٻيو مشهور فلسفي **سرطامس هارڊي** لکي ٿو ته: "عورت هڪ خوفناڪ اژدها وانگر آهي. جنهن جو مقابلو نهايت مشڪل آهي. ۽ عورت هڪ اهڙو شيطاني سحر آهي. جنهن جي اثر کان محفوظ رهڻ تمام ڏکيو آهي.

**شيڪسپيئر** چوي ٿو ته: "عورت ۾ ڪو ڀروسو ڪرڻ ۽ ان ۾ ڪا اميد رکڻ جا باعث غنوت وقت هجي. سڀ کان وڏي بيوقوفي آهي."

**ٽالسٽي** چوي ٿو ته: "عورت ان فريبي باهه جي شعلي وانگر آهي. جو واٽ ويندڙ مسافر کي پاڻ ڏي متوجه ڪري وٺي ۽ جڏهن هو پنهنجو پاڻ اُن شعلي جي نذر ڪري ٿو ته جَلي خاڪ ٿي وڃي ٿو."

**ڪرسوس ٿوم** لکي ٿو ته: "عورت خود غرضي جو هڪ ناپاڪ مجسمو آهي ۽ ان تي اعتبار ڪرڻ پنهنجي ضمير کي ڏوکو ڏيڻو آهي. هن کان ڀلائي جي اميد رکڻ ڏوکو آهي ڇو ته هوءَ شر جي ڏيئُ آهي."

**ڊاڪٽر سنجر** لکي ٿو ته: "جڏهن مون گناهه ۽ تباهي جي تاريخ جو مطالعه ڪيو ته هن نتيجي تي پهتس ته گناهه جي تعمير ۾ سڀ کان زياده هٿ عورت جو آهي. ۽ عورت اسانجي زندگي جو هڪ اهم جزو آهي. جنهن تڪميل ۾ تمام سڪون و راحت قربان ٿيو وڃي."

**يوحنا** چيو آهي ته: "عورت دنيا جي دهشت انگيز درندن ۾ سڀ کان زياده خطرناڪ درنده آهي. اسين جيتري نفرت شينهن نانگ ۽ وڇون کان ڪيون ٿا. ان کان زياده عورت کان ڪرڻ گهرجي."

**نيپولن** جو قول آهي ته: "عورت جي ڪشش کان هزار درجا انجو وجود مهلڪ آهي".

**انٽوني** جو چوڻ آهي ته: ” آءُ نانگ ۽ وڇون سان دوستي رکڻ پسند ڪندو آهيان مگر عورت سان نه“.

**عاصم بن رشيق** جو قول آهي ته: ” اها هستي جنهن ڪي عورت چون ٿا، مڪر و فريب جي حامي ۽ فتني فساد جي محرڪ آهي“.

**منوچي** تاڪيد ڪيو آهي ته: ”عورت جي هر وقت ۽ هر حالت ۾ حفاظت ڪرڻ گهرجي، ورنه جيڪڏهن هُن کي هڪ ڏينهن لاءِ به آزادي ڏني وئي ته هوءِ پنهنجي عضمت خراب ڪري وجهندي“.

**مهاتما گوتم** ٻڌ لکيو آهي ته: ”عورت مرد جي لاءِ خطرناڪ مصيبت آهي، ۽ عورت مجسمهِ فريب آهي، انهيءَ ڪري اُنڌي ڏسڻ به پرهيزگاري جي خلاف آهي.“

هڪ هندي شاعر چيو آهي ته:

پر ناری بکھ کی چھری مت کولاوے انگ،
راجا رامن جیسے چل گئے پرناری کے سنگ۔

ٻئي هڪ هندي شاعر چيو آهي ته:

ناری ناگن سوں بُری مت کو ہاتھ لگائے،
اوکٹھے پرنا چڑھے اور کھٹے پر کھائے۔

آرٿر گلمينس جو چوڻ آهي ته: ”عورت، انساني روحن کي تباهه ڪرڻ جو شيطاني هٿيار آهي“.

مذهبي عقائد روايات موجب ته عورت ذات جي ئي ذريعه حضرت آدم عليه السلام فردوس جي سدابهار رنگينن کي روئندي ڇڏيو. يحيٰ پيغمبر جي قتل جو باعث به عورت ذات هئي. نيپولين انهيءَ عورت جي ڪري پنهنجي ساري زندگي ڪلفت ۾ ڪاٽي. حضرت حسن سائين جهڙو جنتي امل ماڻڪ به عورت جي ناپاڪ هٿن کان پاش پاش ٿيو. اهي آهن، مختصر عورت جا فريبي ڪارناما ۽ سندس متعلق چند مفڪرن جا رايا جي اوهانجي اڳيان پيش ڪيا ويا. خدا ڄاڻي ته هن حياءِ شرم جي پُتلي، فتنه زا مجسمه ۾ ڇا اسرار سمايل آهي، جو ڪو ته سندس ثنا خوان آهي ته ڪو گلا

ڪندڙ ڪو ساٿس پيار ۽ محبت ڪري ٿو ته ڪو گريز ۽ نفرت ڪو وفادار ته ڪو جفاڪار چوبس ٿو. بهر ڪيف آهي ته قدرت جي وڏي بي بها نعمت ۽ مقدس امانت عطا ڪيل، جنهن کان سواءِ انساني وجود هجڻ ناممڪن آهي، امير خسرو فرمايو آهي ته:

بے پدر سکن ست شد معلوم، چو مسیحا از مریم مرحوم،

ایک بے مادر نجستہ وجود، وولدے رانگفتہ کس مولود۔

منهنجي نظر ۾ ته عورت مرد لاءِ نعمت عظميٰ آهي، جنهن جي رفاقت کانسواءِ مرد اُداس واٽڙي ۽ هڪ کُهيل ٿَڪل مسافر وانگر آهي، جنهن کي منزل مقصود جو ڪوبه نشان معلوم نه هجي ۽ هڪ سنسان ويراني ۾ ڀٽڪندو وتي. شاهه کان وٺي گدا تائين مرد کي عوت جي سخت ضرورت آهي. عورت جو مرمرين ۽ رومان افروز جسم، جيڪڏهن دنيا ۾ پيدا نه ٿئي ها ته هي قدرت ڪائنات بلڪل اڌوري، اڏوري ۽ بي ڪيف رهجي وڃي ها، حضور جن بار بار عورتن کي پنهنجي نڪاح ۾ آڻي ثبوت ڏنو آهي ته عورتون مرد لاءِ رفيقه حيات آهن ۽ سندن فرمودو آهي ته "جنت مائرن جي قدمن ۾ آهي".

خداپاڪ عورتن کي مردن جي ڪيتي ۽ هڪ ٻئي جو لباس فرمايو آهي. اسلام عورت جي حقن جي حفاظت لاءِ زبردست تاڪيد ڪيو آهي. عورت گهر جي راڻي صبر و اطاعت جي مورتي ۽ حسن و محبت جي ديوي آهي. اهڙي ناياب ۽ نادر چيز کان ڪنَارہ ڪشي ڪرڻ قدرت کان مُنهن ڦيرائڻو آهي ۽ وحشت وجنون جو ثبوت آهي.

(رساله فردوس، جولاءِ 1951ع، عورت نمبر)

*

# فلسفهء شادي•

(رفيقهء حيات حجر ضرورت)

حديث: 'النڪاح من سُنتي ڪه فن رغب جن سُني فليس مِني'

ازل کان ابد تائين مرد لاءِ عورت کان وڌيڪ ٻي ڪا به نعمت ۽ رفيقه حيات دنيا ۾ ڪانهي، حضرت آدم عليه السلام حور و غلمان جي ٽولين ۽ فردوس جي بهارين ۾ به اُداس رهڻ لڳو قدرت ڪيس مختلف لطيف اجزا مان هڪ ناياب سوڪڙي پيدا ڪري ڏني، جنهنجو عورت تي نالو رکيو ويو اشرف المخلوقات جو اڌ حصو عورت آهي، عورت، مرد جي زندگيءَ جو سهارو ۽ سندس گهر جو روشن چراغ آهي، عورت جي شڪم مان الله تعاليٰ عجيب وغريب گل گلستان دهر ۾ پيدا ڪيا، روح الله جهڙو معزز نبي به 'ابن مريم' جي لقب تي نازان آهي، هر هڪ نبي ولي ۽ بادشاهه فقير عورت، جي پيٽ مان پيدا ٿيل آهي. الله تعاليٰ عورتن ۽ مردن کي **'هُن لباس لکم وانتم لباس لَهن'** فرمائي ٿو عورتون مردن جي ڪيتي آهي، ۽ حضور صلعم جن 'النڪاح من سنتي' فرمائين ٿا، حتيٰ ڪِ عتاب ڪن ٿا ته:

---

• نوٽ: اديب سنڌ واري 'فلسفه شادي' متعلق موضوع ڏنو هو ٻين اديبن شادي خلاف رايا ڏنا ۽ مون شادي جي فائدي ۾ مضمون لکيو فاضل ايڊيٽر تعريفي خط لکيو؟ چيائون ته اهڙو مضمون ٻئي ڪنهن نه لکيو آهي- عارف المولىٰ

"فمن رغب عن سنتي فليس مِني."

تنهنڪري مرد کي شادي ڪرڻ ضروري آهي، پارسي مقولو آهي ته:

هر که زن ندارد خانه خود ندارد

شادي حقيقت ۾ نفس جي سرڪش گهوڙي لاءِ آليارڻ (لغام جو تسم) آهي، شادي شده انسان اڪثر، زنا، جهڙي ناقابل بخشش گناهه کان محفوظ رهي سگهي ٿو.

صاحب لولاڪ کي به شريڪ زندگي جي گهرج پئي ۽ پاڻ نه فقط هڪ دفعو مگر متواترشاديون ڪري دنيا کي سبق سيکاري ويا ته مرد جي وجود لاءِ عورت جي شراڪت تمام ضروري آهي.

۽ دنيائي اسلام جي اولين پرستار به حضرت جن جو پهريون حرم هو جنهن نه فقط سڀ کان اول اسلام آندو پر هن ممڪن و ناممڪن مدد به ڪئي عورت بادشاه لاءِ هڪ صلاحڪار وزيرياڻي آهي.

عابدن ۽ زاهدن لاءِ پرهيزگاري جو پروانو ۽ لجام شياطين آهي.

عورت_ اديب لاءِ مضمونن جو انبار ۽ محبت جو افسانو آهي.

عورت_ شاعر لاءِ شعر وسخن جو لطيف دريا ۽ نظم و ڪلام جو روح روان آهي.

عورت_ مصور لاءِ سينگار تصوير ۽ رنگين سونهري نقوش آهي.

عورت_ غازي ۽ مرد مجاهد لاءِ غيرت ۽ همت جو هٿيار آهي.

عورت_ سُست ۽ ڪاهل لاءِ چُستي ۽ چالاڪيءَ جو سامان آهي.

عورت_ غريب هاري ۽ مسڪين مزدور لاءِ غمگسار همدرده ۽ ٻانهن ٻيلياڻي آهي. ڪهڙو به مزدور ٻهادي ساري ڏينهن جي جفاڪشي اٿڪا ٽي، ماندگي ۽ افسردگي کي پنهنجي سُگهڙ سياڻي، سُلڇڻي، باوفا ۽ با ادب زال کي ڏسندي ئي وساريو ڇڏي.

عورت جي خنده روئي ۽ مختصر مسڪراهٽ جو رنگين استقبال به مرد جو غم غلط ڪريو ڇڏي وفاڪش زال جي محبت آگرين جو رقص، غريب مزدور جي چُور چُور رهندين جو سور يڪلخت مينيو ڇڏي.

عورت کانسواءِ مرد اُن اُداس پکي جي آچار آهي، جيڪو چارئي پهر ڪنيڙو هٽي ۽ رات جو ٻيچاريندڙ اونداهيءَ ۾ ڪنهن اڪيلي وڻ جي لڏندڙ ٽارين تي بنا آشياني جي تنهائي ۾ هراس وحسرت سان اوجهريل آدمي وانگر جهوٽا کائيندو هجي، قدرت جوڙي جوکيل ٽاهي ڇڏيو آهي، جنهنکان نفرت ڪرڻ انهي رحمت کان مُنهن موڙڻو آهي.

عورت- قدرت جي سدابهار سوکڙي آهي، آدم جي اولين رفيقه حيات آهي، مادر وطن آهي، همت وغيرت جي پيڻ آهي، رحمت جي ڏيءُ آهي، محبت جي زال آهي، صبر وشڪر جي پُتلي آهي، صداقت ۽ شرافت جي جان آهي، حسن و نزاڪت جي موصوم ديوي آهي، پوءِ اهڙي گوهر ناياب کي وڃائڻ حماقت ۽ جهالت آهي، ازلي شريڪ زندگي کان نفرت ڪرڻ سراسر ناداني ۽ وحشت آهي، شادي خانه آبادي، باقي شادي ڪهڙي هئڻ گهرجي؟ اهو هڪ اهم مسئلو آهي، جنهن پرجهي پيير ڪٽجي، شادي هميشه ڏسي وائسي تن من جانچي ولي تمنا موجب سالم سُلڇڻي گهر سان ڪجي، اُها شادي سراسر غلط آهي، جيڪا طرفين جي خواهش خلاف ڪئي وڃي ٿي، ۽ اها خانه آبادي نه پر خانه بربادي آهي، اگرچه طونما ڪرها، گهوٽ ڪنوار مائٽن جي مرضي موجب پنهنجي معصوم تمنائي جي نادر قرباني ڪن ٿا، پر نتيجا آخر نقصان ڪار آهن.

اهڙا ڪئين مثال عالم آ شڪار آهن، جن کي سماج جو ظلم يا جهالت چئجي ته درست آهي، جو- هڪ اديب حسين ڪل مُک، نوخيز، نوجوان مرد کي هڪ جاهل قبيح ۽ ترش روترش گو عورت سان پرڻايو وڃي ٿو ته وري جيڪا عورت حسن و شباب جي زهر آهي، سندس سيني ۾ جواني جي اُڀار سال گڏ مدهوم تمنائن جو جوش آهي، سندس گلابي لبن تي صبح تبسم ۽ فردوسي مُشڪ آهي. سندس نرگسي نيڻن ۾ شراب مستي ڇلڪندي نظر اچي ٿو. سندس دماغ علم وادب جي خزاني سان ڀرپور آهي، مگر کيس هڪ هڪ مڙهي، مرگ بدوش، بي علم وحشي خيال، حبشي صورت، ۽ خشڪ دماغ مڙس سان زوري مڙهيو وڃي ٿو. جنهن کي نه سندس

جذبات جو قدر آهي، ۽ نه سندس حسن وجوبن جي عزت ۽ مائٽ! يا ته حق برداري ادا ڪن ٿا، يا ته دنيا و دولت جي لالچ لوڀ تي موصوم ٻچڙن جي هزارها حسرتن ۽ اُمنگن جو خون ڪن ٿا. ڇا هي ظلم ۽ قيد رواج ناهي؟ اهڙيون شاديون طرفين لاءِ سخت زيانڪار آهن، ۽ گناهن جو باعث تنهنڪري والدين جو فرض آهي، ته ان مسئلي کي نهايت احتياط سان حل ڪن ۽ ان باري ۾ پنهنجن نورچشمن جو مشورو به وٺن، نه ڪِ پنهنجن ئي ظالم هٿن سان پنهنجن بي زبان ٻچڙن جي قيمتي حياتي ڪنهن لالچ لوڀ تي وڪڻن. والدين کي ڪم از ڪم ايترو ته خيال رکڻ گهرجي ته پنهنجي نوجوان حسين اديب پٽ کي زال به جهڙس ئي پرڻائين ۽ نوخيز مستم نياڻي کي به خوامخواه ڪنهن مرده دل پوڙهي زنده درگور ۽ قبج مرد سان ته نه اڙائين جنهنکي نينگري چاچا ماما چوي ته بهتر ٿئي. بهر صورت شادي ڪرڻ ضروري آهي، مگر پس وپيش جانچي سوچي ۽ سمجهي، ڇو ته هي حياتي جو قيد آهي، هڪ ٻن ڏينهن جو ڪم ناهي ساري عمر جو سودو آهي، سو سنيالي سوچي ڪجي.



## پٺيِ پُراڻونہ ٽئي-82

# فقيري چڱي يا اميري •

دلق پوش درويشي سامانُ ڀلو آ.
اميريءَ کان فقيريءَ جو شانُ ڀلو آ.

هونئن تہ خدا پاڪ وحده لاشريڪ جي ڪبريائي اڳيان ارض و سما جي هر جنس فقراءُ ۾ شامل آهي ۽ پاڻ خالق مالڪ ئي غني آهي. ”والله غني وانتم الفقراء“ حق آهي، مگر دنيائي انقلاب موجب بہ ڪي امير آهن، تہ ڪي فقير آهن ۽ هڪڙو ٻئي تي حڪمران آهي.

اگرچہ وڏائي تنهن واحد کي جڳائي ٿي، جيڪو سڀ جو صاحب آهي. مگر زماني ۾ ”امير ۽ فقير“ بہ طبقا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. امير تہ هرهڪ دنيادار کي چئي سگهجي ٿو جيڪو پنهنجا ٺَٺ ٺانگر رکي رعب تاب ڏيکاري.

---

• هيءُ موضوع ”اديبِ سنڌ“ لاڙڪاڻي وارن صاحبن ڏنو هو جنهن تي انعام بہ رکيل هو. انعام تہ نانيءَ ويڙهو ڪري هڪ ٻئي صاحب کي ڏنائون. مگر منهنجو مضمون 1945ع جون واري پرچي ۾ شايع ڪيائون ۽ مٿان ”شاهڪار منشور“ جا رنگين اکر مرتسم ڪيائون. مون کي انعام کان وڌيڪ مضمون شايع ٿيڻ جي خوشي حاصل ٿي. فاضل ايڊيٽر هڪ تحسين جو خط بہ لکيو. (بقلم: عارف المولا)

باقي فقير جا ٻه قسم آهن: هڪ اُهي عام رواجي فقير، جيڪي خانه بدوش هر درجا مسائل، پنهنجي پيٽ پاليندڙ جن کي پينو منگتا ۽ گداگر وغيره لفظن سان مخاطب ڪري سگهجن ٿا. ٻيا اُهي فقير جن کي الاهي دربار جي فيض بار عنايت سان باطني اميري عطا هجي؛ مگر دنيا جي شيطاني نگاهن کان فقيري لباس ۾ ملبوس هجن، جيڪي "عربي" جو مصداق هجن، جن جو قلب عرش الاهي هجي، جيڪي سچي فقيري ڪمائي ڄاڻن، پوءِ انهن جي فقيري دنيا جي فاني اميري کان هزار درجا بهتر ۽ بلند تر آهي. 'فقير' دنيا جي اميرن کان لکين مرتبا مٿي ۽ برتر آهن ۽ فقيري جي اڳيان اميري جون ناپائدار سلطنتون فنا ۽ هيچ آهن:

اے ھما پیش فقیری سلطنت کیا مال ہے،
شہنشاہ آتے ہیں پابوسِ گدا کے واسطے۔

حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جن جي واسطي سارو جڳ جُڙيو ۽ ڪون و مڪان جو سرتاج هو ۽ آهي، جنهن جو وجود مسعود لائق صد درود جيڪڏهن موجود نه هجي ها ته جيڪر ساري ڪائنات عدم آباد ۽ نابود هجي ها.

محمد کی جلوہ نمائی نہ ہوتی،
خدا کی قسم ہے خدائی نہ ہوتی۔

اُن محبوب خدا نور الهديٰ به دنيا جي بيوفا ۽ ناخوش انجام اميريءَ کان فقيري کي بهتر ڄاتو ۽ وڌيڪ پسند ڪري قبول ڪيو. جنهن الله عشق جي فقيريءَ جو فيض وَڌايو. جنهن جي بيمثال فقيريءَ ساري ڪائنات جي پرواز ڪندڙ بادشاهين تي فوقيت حاصل ڪئي ۽ ساري جهان تي غالب پئي. حضور جن جي "**اَلفَقرُ فَخرِي**" جا منڙا ۽ لذيذ نغما ڪيڏا نه دلپذير ۽ پُر تاثير آهن. اسانجو محمد پاڪ زينت ارض، افلاڪ بظاهر يتيم هو، غريب هو جنهن تي الله پاڪ جو منزهه ڪلام نازل ٿيو جنهن صاحب تاج و المراج جي واسطي روح الامين جبرئيل عليه السلام جهڙو مقرب ملائڪ به

قاصد ۽ پيشوا ٿيو. جڏهن اهڙي سيد الابرار محشر جي مهندار عالم جي آڏار ۾ فقيري اختيار ڪئي هجي، ته پوءِ ڇو نه فقيري کي اميريءَ تي سبقت هجي؟ خير اهڙي باعث ايجاد عالم جي مفخر هستي ۽ فقيريءَ جو ڪير قائل نه هوندو؟ پر هُونئن به غور ۽ انصاف جي نگاهن سان پرکبو ته فقيري اميريءَ کان صدبار بهتر ۽ برتر آهي.

امير- دنيا جو طالب آهي: فقير- مولئ جو طالب آهي.

امير- بي توڪل آهي: فقير- متوڪل علي الله آهي.

امير- بخيل آهي: فقير- سخي آهي.

نيم نانِ گر خورد مردِ خدا، بذله درويشان کند نيمے دگر،

هفت اقليم ار بگيرد بادشاه، همچنان در بند اقليمے دگر-

امير- بظاهر صاحب شان شوڪت آهي، مگر باطن سندس بي برڪت آهي. فقير- بظاهر دلگير آهي، مگر صاحب تقدير آهي، "غني آ دل فقيرن جي مگر ظاهر تباهي آ".

اوليا هست قدرت ازالاء

تير جسته باز گردانز راه-

امير، دنيا ئي دود جي مرض ۽ محبت ۾ مبتلا آهي. مگر فقير (- عربي-) جا وحداني ۽ وجداني روح پرور نغما ڳائي ٿو. حقيقت جي نگاهن ۾ اميري حقيري آهي ۽ دنيا جي حرص و حَوس جي اسيري آهي. سچي فقيري، حقيقي اميري جو مخفي ۽ مقبول نام آهي. اميري بي بقا چيز آهي ۽ فقيري مدامي مسرت آهي؛ اميري بي ثبات جهان تائين ئي محدود آهي؛ مگر فقيري حشر جو سامان؛ فقيري توڪل، سخاوت. قناعت عبادت ۽ رياضت جي بي بها موتين سان منزين ۽ مالا مال آهي؛ مگر اميري وقت جي محتاج ۽ طالب تدبير آهي ۽ خدائي رحمت کان نا اميد ۽ بي توڪل آهي. سچو فقير به اُهو آهي، جيڪو فقير لفظ جي صحيح مفهوم جو بامحبت عامل هجي، ڇو ته:

خبر محبت هرچه بردم سود در محشر نداشت،
دين و دنيا عرض کردم کس به نيمے جو نخواست۔

—

محبتي ميڙي، ڳوٺ ٻڌو هڪڙو
تني جي ويڙهي پاڻهي ايندو بادشاه.

يا

محبت رکي من ۾ رنڊيا روڙهيا جن،
تن جو صرافن اڻ توريو اگهايو.

هاڻ فقير لفظ جي هڪ هڪ اکر جي معنيٰ پيش کيان ٿو.

”ف“ فاقه کش، فکر جو صاحب، فنا في الشيخ، فنا في الرسول، فنا في الوجود ۽ فنا في الله.

”ق“ قائم اليل، قُل هو الله احد جو بصيرت، دل نغمه خوان، قُل هو الرحمن آمنا جو ايماندار، قريب دنيا کان پري، قرب حق جو ڳولو ۽ قالو بليٰ جو قول پاريندڙ.

”ي“ ياد حق ۾ مشغول، يا رئي دنيا کان بيزار.

”ر“ رب جي رضا جي پيروي تي پورو رهڻ ڇو ته:

خلاف پيغمبر کسے ره گزير،
که هرگز بمنزل نه خواهد رسيد۔

پوءِ جيڪي فقير اهڙي بي مثال فقيري ته سان سينگاريل هجن سي ڇونه هفت ڪشور جي بادشاهي کان به لکين مرتبا مٿي هجن ۽ ڇو نه اُها فقيري فاني دنيا جي اميري کان اعليٰ ۽ افضل هجي. اميري هميشه فقيريءَ جي پابوس آهي. فقير زماني جي فنا پذير اميريءَ کان ۽ بي پرواه ۽ استغنا آهي، مثال طور: هڪ نقل پيش ڪجي ٿو. هڪ دفعي مير تقي مرحوم لکنؤ ۾ تحسين مسجد جي سر راه ويٺو هو ته نواب سعادت علي خان جي سواري آئي، ادب کان هر ننڍو وڏو اُٿي بيٺو مگر مير تقي مرحوم محويت جي عالم ۾

وينو رهيو. نواب صاحب سيد النشا کان پڇيو: 'انشاء هي ڪير شخص آهي؟ جنهن جي تمڪنت هن کي اُٿڻ به نه ڏنو'. سيد انشاء عرض ڪيو ته: 'جناب عالي! هي اُهوئي گدائي متڪبر آهي، جنهن جو ذڪر اڪثر حضور ۾ ايندو آهي. مزاج جو هي عالم آهي، مگر گُذاري جو اهو عالم آهي، جو اڄ به فاقه ۾ هوندو.' (صف 219 آبحيات) نواب صاحب واپس اچي خلعت بحالي ۽ هڪ هزار روپيه دعوت موڪلي، مگر مير صاحب واپس ڪئي ۽ چيائين ته مسجد ۾ موڪليو بندو ايترو محتاج ناهي. اها هئي فقيرانه توڪل، جنهن اميري عظمت کي مغلوب ڪيو. اهڙا هزارين مثال آهن، جو فقير امير کان لادعويٰ ۽ امير فقير جو محتاج هجي، اهڙن مثال جو به جيڪر هڪ رنگين ۽ مڪمل ڪتاب بنجي وڃي. بهر صورت منهنجين نگاهن ۾ ته فقيري اميريءَ کان به هر حال بهتر آهي، ۽ آءٌ دليل سان چوان ٿو ته هر هڪ زنده دل انسان خدائي محبت جي بقادار فقيري کي زماني جي چند روز فاني اميريءَ کان بهتر ۽ برتر سمجهندو. جيڪڏهن فقيري چڱي نه هجي ها ته ابراهيم ادهم جهڙو بادشاه تاج، اميري سڻي فقيري جو قائل لباس نه پائي ها.



# مسافر

سُتا اٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري،
تو جو ساٿيھہ پانئيو سو مانجھاندي جو ماڳ،
سلطاني سهاڳ، ننڊن ڪندي نہ ليي.
(شاھہ)

او مسافر! صبح صادق جي سهائي آهي ۽ پرھہ ڦٽي ٿي، پر افسوس جو تون اجا بسترءِ تغافل تي محو خواب آهين. ساري رات نياڳي ننڊ ۾ وهامي ويئي، ۽ قدرت جو رنگين ڪتاب مطالعو ڪرڻ کان وانجهجي وئين. چنڊ جي نوراني چانڊاڻ، تارن جي تبسم، اونداهي رات کي بہ صبح فردوس بنائي ڇڏيو. ڪائنات جو ذرو ذرو نور پاش چانڊوڪيءَ کان چمڪي رهيو هو پر افسوس! تنهنجي تاريڪ دل اُنهن منور نظارن کان بہ محروم رهجي وئي. تارن پنهنجا پُر سوز راڳ آلاپيا، ڪوئل ڪوڪون ڪيون، مور توکي جاڳائڻ لاءِ درد مان دل دوز دانهون ڪيون، آسمان گجيو بجلي چمڪي، پر او غافل مسافر! تو ڪُڇڪ بہ ڪانہ ڪئي. شمع تنهنجي غفلت تي حسرت پريا لال لُڙڪ وهائي وهائي آخر مقدم پڄي وئي. پتنگ ويچارا توکي قرباني جي سبق سيکارڻ لاءِ پنهنجا پوبان پساھہ بہ ڦٿڪندي ڦٿڪندي

شمع جو نذرانو ڪندي رَک جو ڍير ٿي ويا، پر تو سندن سڙڻ جي سرڙات تي ڪا ڪِنَ عبرت ورتي. تون سندن نابود هستيءَ جو مطالعو ڪرين ها ۽ بہ اياڳي اک نہ کولي. ڪاش! تون سندن نابود هستيءَ جو مطالعو ڪرين ها ۽ وٺين ها تہ هڪ ڏينهن تون بہ ائين هميشہ لاءِ ختم ٿي ويندين، ۽ تنهنجي شمع زندگي بہ آخر گل ٿيڻي آهي. مگر او پير ڏگهاري سمهندڙ سست مسافر! تون اهو بہ قدرت جو 'درسِ عبرت' حاصل ڪري نہ سگهئين.

مغرب طرف اک ڦيرائي ڏس تہ ڪيئن چنڊ پنهنجي منزل تي پهچڻ جي خوشيءَ ۾ نازان خرامان ٿِلندو وڃي. شبِ زندگي جو ڪاروان منزل تي پهچي چڪو آهي ۽ تون آهين جو وات تي ئي سنئون ٿيو بي اونو سُتو پيو آهين. اُٿ اُٿ جلد اُٿ تنهنجا ساٿي سنبهي ويا ۽ تون بہ هلڻ جو سعيو ڪر. افسوس! توکي موذن جي بانگ،مرغ سحر جي صدا ڪاروان جي گوڙ بہ سجاڳ نہ ڪيو. او بيخبر پانڌي! سمهڻ جو وقت گهٽو پيو اٿيئي، قبر جي آغوش ۾ موت جي ننڊ سان اهڙو سمهندين جو وري ڪڏهن بہ هن فاني دنيا ۾ سجاڳ ٿي نہ ايندين.

هي تان ٿورڙيون، جي تو پورا پانئيون،
راتيون پيون گهٽيون، گهارڻ آيون هيڪلي.
(شاهہ)

تنهنڪري اُٿ! ۽ اُٿي سفرَ جي تياري ڪر. شبنم! معطر ۽ رحمتِ پاش شبنم. آبحيات بِداماں شبنم جون زندگيءَ بخش بوندون، گلاب، نرگس، موتئي، مکڙي، چنبيلي، چندن، سُوسن ۽ سنبل وغيره گلن جي گلشن ۾ نازڪ پِلڙا ڌوئاري رهيون آهن، ۽ تون بہ اُٿ! ۽ وهندڙ نديءَ جي شفاف پاڻي سان هٿ منهن ڌوئي رب ريجهاءِ ۽ راهہ راهي ٿيءُ.

پريان ڏس! سج پنهنجي آب تاب سان دنيا جي سونهري تخت تي جلوه افروز ٿيڻ وارو آهي. گهڙيءَ کان پوءِ ڏينهن تپندي پکهر وَهَندي ۽ پير سَڙندي. پنڌ پراهون منزل ڏور اٿئي، ڪيئن ڪندين؟ پر صلاح اٿئي تہ

'ٽئي ٽڏيءَ ڪاهہ ڪانهي ويل وهڻ جي'، سَسئيءَ جو سُور ياد ڪر، جنهن لاءِ سهڻي لطيف چيو آهي تہ:

جيئن جيئن تپي ڏينهن، تيئن تيئن تاڻي پنڌ ۾،
ڪو اوڳاڇو نينهن، هو پانهيءَ پاروچل سان.

سُهڻيءَ جي سڪ سار تہ ڪيئن مَحبتي ميهار لاءِ پنهنجو سِرُ سِيرن ۾ لوڙهيائين. هير جي حُب ۽ مومل جي محبت نہ مَٺاءِ ۽ ياد ڪر تہ پرينءَ جي پنڌ ۾ ڪيئن هنڌ وهاڻا سَٽي سفر ڪيائين، تيئن تون بہ ڪوشش ڪري ڪاهِہ لاڳاپا لاهِہ واٽ تي نہ ويهج، پنڌ ۾ پيهج، تہ من ڪنهن ڪنڌيءَ لڳين ۽ منزل ڪي رسين.

او راهي! اُٿ! ۽ اُٿي پنڌ پئو. منهنجي بہ هيءَ آخرين نصيحت ۽ موڪلاڻي اٿئي.

هي مصرعہ پڙهندو وڃ تہ:

ڏوريندڙن ڪان ڏور، ڪڏهن ڪونهي سپرين،
ڏوريندڙ ڏسن، جڏهن ڪڏهن پرڪي.

چڱو خدا حافظ! قسمت ملايو تہ وري ملنداسين. في امان الله.





سيد شاهنواز شاھ 'عارف المولىٰ' جي هڪ يادگار تصوير

# موت

## ’كل نفسٍ ذائقة الموت‘

موت! ڪيڏو نہ خوفناڪ ۽ دهلائيندڙ نالو آهي! جنهن جي تصور ايندي ئي دل ڏڪيو وڃي، بياباني خاموشي ڇانئجيو وڃي. ٻُت جا وارَ ڪانڊارجيو وڃن. لبن تان مسڪراهٽ ۽ اکين مان چمڪ غائب ٿيو وڃي. بدن کي ڏڪڻي وٺيو وڃي. عضوا ڪاهل ۽ دماغ ماؤف ٿيو وڃي. آخر اهو سڀ ڪجھ ڇو ٿو ٿئي؟ اهو صرف ان ڪري ٿو ٿئي، جو ’نفس‘ دنيا جي لھولب ۾ ايتريقدر تہ محو ۽ مشغول ٿي ويو آهي، جو اُن کي خدا ۽ رسول بلڪل وسري ويا آهن ۽ الاهي حڪم جي انحرافي ڪري، فاني دنيا جي حرص و هَوس ۾ اهڙو تہ ڦلجي ويو آهي ۽ هو هُن کي پنهنجي اصلي مڪان جي تہ ڪابہ يادگيري ڪانهي ۽ اهو خيال ئي ڪو نہ اٿس تہ ڪو آئون ڏينهن جو مهمان آهيان، جو سودي سفر جي سانگي هن فاني سراءِ ۾ ساڪن ٿيو آهيان ۽ وري جلد ئي واپس وڃڻو اٿم. بقول وليِ محمد فقير تہ:

’وطن ڇڏي هت سانگ تي آيس، ڏينهن ٻہ ٿي مهمان‘

نفس! هن فاني دنيا ۾ اچي ايترو غليظ ۽ گنهگار ٿي ويو آهي، جو واپس وڃڻ کان ڪيٻائي پيو ڇو تہ هت تہ آيو هو **”قالوبليٰ“** جو قول ڪري

"الست بربكم" جو انجام پاڻ، پر اهي ڳالهيون تہ هُن کي حرص و هَوس ۾ وسري ويون ۽ وساري ڇڏيائين اهي واعدا. هاڻ کهڙو مُنهن کڻي اوڏانهن وڃي، 'جتي هلڻ ناهي حسن ري'.

گنهگار جڏهن ڪورٽ ۾ ايندو آهي، تہ پنهنجي گناهن جي تصوير سامهون ڏسي شرمسار ٿيندو آهي، ۽ پنهنجي ڪِئي تي پڇتائيندو آهي. اهوئي حال نفس جو بہ آهي، جو ڦڪائيءَ کان واپس وڃڻ نٿو چاهي. مگر هن کي تہ چار و ناچار واپس وڃڻو ئي آهي، ۽ ضرور هڪ ڏينهن موت جو مُنهن ڏسڻو اٿس. جنهن موت وڏا پيغمبر، پير، فقير ۽ امير هن فاني دنيا مان لڏائي ڇڏيا. جنهن سڪندر دارا، فرعون ۽ شداد جهڙين متڪبر هستين کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو. انهيءَ موت اڳيان يونان جي فلاسافي ۽ لقمان جي حڪمت بہ ڪانہ هلي سگهي. انهيءَ موت جي اڳيان دنيا جي سائنس بہ ناڪام رهجي وئي ۽ دنيا جا وڏا مفڪر ۽ مفخر انسان موت جو نذرانو ٿيندا رهن ٿا.

اي موت! آخر تون ڇا آهين؟ جو جتي بہ اچين ٿو تہ ماتم برپا ٿيو وڃي ۽ تنهنجو استقبال، آه ٻڪ روج راڙي ۽ شور و غُل سان ڪيو وڃي ٿو.

اي موت! وڏا وڏا پهلوان، رستم و بهرام وغيره جن دنيا جون سلطنتون سَر ڪيون، وڏا حڪمران، جن روءِ زمين تي حڪومتون هلايون، سي بہ تنهنجي اڳيان مٽيءَ جو ڪيل آهن، ۽ مجبور بيوس ٿيو اونڌي ڪنڌ ڪريو پون ۽ تون ڪين مٽيءَ ۾ ملايو ٻين لاءِ درس عبرت ڇڏيو وڃين.

اي موت! توکي ڪنهن جي ڳهل ڪانہ ٿي پوي. ننڍڙا ڪير پياڪ ٻار ڇورا ڇنا ڪيو ڇڏين، سندن دلگداز دانهون ۽ يتيمانہ پُڪارون آسمان کي بہ ڏڪايو ڇڏين، پر توتي تِر جيترو بہ اثر ڪو نہ ٿو ٿئي. توکي نوجوانن جي گل پوش ننڍڙي جواني تي بہ ڪو رحم ڪونہ ٿئي، ۽ انهن سدابهار سهڻن گلابي گُلڙن کي بہ مٽيءَ ۾ ملايو ڇڏين. تون لڪين نوزخيز دوشيزائن- جسين راج راڻين کي بہ 'رَنون' ڪريو رَت جا ڳوڙها روئاريو ڇڏين.

## پٽي پُراڻونه ٿئي-93

اي موت! توکي بدنصيب ماءُ جي سينہ شگاف اوڇنگارن ۽ رَڙين تي بہ ڪا ڳهل ڪانہ پوي، جنهن جيجل ماءُ ٻچڙي کي ڏهہ مهينا پيٽ جي وَرن ۾ سانڍيو، پنهنجي جگر جو خُون ۽ کير پياري گود ۾ لوڏي لوليون ڏئي اکين کي اوجاڳا ڏئي نپايو، ڳُڏايو. اڄ انهيءَ مُنيءَ ماءُ کان تون منٺن ۾ سندس منڙو ڪسيو ڪِنيو وڃين. هوءَ پريان ڏس، ڪارن ڪپڙن، ڏوڙ پريل ڇُڙيل وارن سان پنهنجي منڙي معصوم جي جنازي سان سينو سٽيندي، وار پٽيندي، پار ڪيندي ۽ رڙيون ڪوڪون ڪندي پئي وڃي. هوڏانهن ڏس! هن ڳاڙهي چِٽالي فلڪ بوس محلات جي مهاراڻي، جيڪا ٿورو اڳ ڪونج ڪنوار لاڏلي ۽ راڄ راڻي هئي، جنهن جي حڪم کان هرڪو پيو ڏڄندو هو. عيش و عشرت سندس قدم چمندي هئي، هينئر سندس ريشمي وڳا لاهيو ڪيس ڪارو ماتمي ويس پارائي رهيا آهن. سندس سهاڳ جون سهائيون ۽ رنگين راتيون ويران ٿي ويون ۽ تو ڪائنس سندس سرتاج کسي ورتو ۽ کيس هينئر 'رَنڙ' ۽ 'بيوه' پيا سڏين.

اي موت! تون پيارن عزيزن، محبن مائٽن ۽ يارن دوستن کان وڇوڙو وجهيو ڇڏين. تون هر شيءِ کان مارين ۽ تباهہ ڪرين ٿو. مگر ياد رک! 'مردانِ خدا' توکي ماريو مات ڪن ٿا.

بقول فقير غلام حيدر تہ:

مردن ماريو موت کي، لنگهي ڏانهن لاهوت،
هليا هوليءَ حق جي مانجهي سي مڪوت،
نيتياڻيون نماز کي، جاڳي ۾ جبروت،
غلام حيدر گودڙيا نينهن نيا ناسوت،
هلي منجهہ هاهوت، تڪيا پسون تن جا.

اي موت! دنيا جا طالب توکان ڏڄن ٿا ۽ تون اُنهن کي مارين ٿو. مگر، تون موليٰ جي طالبن کان ڏڄين ۽ لڪين ٿو پر هُو توکي ڳولي ڳولي شڪست ڏين ٿا، ۽ هو هميشہ تنهنجي تمنا ۾ آهن، ڇو تہ تون تہ ذريعءِ وصال حبيب آهين، ۽ هُو وصل جا خواهان آهن. تون هنن جي خاڪي جِسم کي

تہ برابر مِٽيءَ ۾ مدفون ڪرايو ڇڏين، پر هُنن جو روح پُرفتوح تہ زندهہ آهي ۽ 'قطرا پيا وچ قلزم ديٖ، هويا بحر حقاني' جي مصداق ٿيو وڃي، ۽ بقول حق تعاليٰ: "جيڪي منهنجي راهہ ۾ شهيد ٿيا اُهي مَرن نٿا بلڪ زنده آهن."

گرهوڙي فقير بہ چيو آهي تہ:

"مَرد مرن ڪين ڪي مَرن مردودا."

اي انسان!! تون موت کان نہ ڏڄ!! تون تہ هت مسافر ٿي آيو آهين، چند گهڙيون چند ڏينهن مهمان. سندءِ اصلي وطن تہ عالم بالٰي آهي.

محمد فقير کٽياڻ جي قول مطابق:

"تون تہ پکي پرڏيهي، ڇو رهيو آهين ويهي"

۽ موت تہ توکي اصلي وطن ڏي وٺي هلي ٿو پوءِ اُن کان ڇو ٿو ڏڄين؟ زندگي تہ هڪ خواب آهي.

اي انسان! حقيقت ۾ هيءَ فاني زندگي 'هڪ خواب آهي'، جهڙيءَ طرح اسين هر رات ڪو نہ ڪو خواب ڏسون ٿا، جنهن ۾ سير و سياحت ڪيون ٿا، کائون پيئون ٿا، خوشي ۽ غم جي تاثرات کان کِلون ۽ روئون ٿا، صبح اک کُلي ٿي تہ اِهڙي جا اِهڙا، اهڙيءَ طرح اسانجي هيءَ موجوده زندگيءَ بہ خواب آهي ۽ مرڻ بعد ئي اصلي حياتي حاصل ٿيندي.

حضور جن بہ فرمايو آهي تہ: "وَ اِذا ماتُوا انتبهُو"

يعني، "ماڻهو سُتي پيا آهن ۽ مرڻ بعد ئي جاڳندا."

اي انسان! جي تون چاهين تہ آءٌ نہ مران ۽ هميشہ حيات هجان تہ "مُوتوا قبل الانتموتوا" تي وڃ.

جيئڻ ڀٽ ڌڻي بہ چيو آهي تہ:

مرڻا اڳي جي مُئا، سي مري ٿين نہ مات،

هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيا.

اي انسان! انهيءَ موت کان تڏهن بچندين، جڏهن راهِ خدا ۾ شهيد ٿيندين، نمازي ٿيندين، مرد مجاهد ٿيندين، طالب المولٰي ٿيندين، عارف باالله ٿيندين، فرعوني هستيءَ کي مِٽيءَ ۾ ملائيندين ۽ حُسيني خوديءَ کي

سربلند ڪندين ۽ 'هِن ته حياتيءَ ساڻ مَر ته مزا ماڻين'، پوءِ تو جهڙ موت کي شڪست ڏني ۽ موت توکي ڪڏهن به ويجهو ڪين ايندو. تون هميشه حيات هوندين، پوءِ تون ظاهري مٽيءَ ۾ ملي وڃڻ بعد ويتر زياده روشن ۽ زنده جاويد ٿيندين. پوءِ تنهنجي خاڪ به پاڪ هوندي ۽ زيارت گهر هوندي، فيض عام خواص هوندي.

بقول لطيف رحہ:

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو
اُنهن جي عبداللطيف چئي، مٽي لڏو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اچي آسڻ اُن جي.

اي انسان! ڪيمياگر جڏهن فولاد پٿر وغيره ماريندو ۽ ساڙيندو آهي، تڏهن ئي منجهن روح ۽ طاقت پيدا ٿيندي آهي ۽ سندن ظاهري موت بعد ئي دوامي زندگي حاصل ٿيندي آهي ۽ شفا بخش جهان ٿيندا آهن. گولي جي مِلٽر ڏي غور ڪريو. جنهن کي ٻرڻ کان اڳ ساڙيو آهي ۽ سڙڻ بعد ئي روشني ڪندو آهي. ساڳيوئي حال انساني زندگي جو به آهي.

اي انسان! اهو موت تولاءِ حيات جو پيغام آهي ۽ موت ئي محبوب جي وصل جو ذريعو ٿيندو. موت هڪ پُل هوندي، جنهن تان لنگهي تون دلبر جو ديدار ڪري سگهندين. موت، هڪ سجاڳي هوشياري هوندي، جا توکي خواب مان اٿاري هوش ۾ آڻيندي. موت، حياتيءَ جي اسرارن کي توتي بي نقاب ڪندو. موت، توکي جلد پنهنجي موليٰ سان ملائيندو. موت، هڪ سواري هوندي جا جلد توکي الاهي جوار ۾ پهچائيندي.

**"ثُمَّ رُدُّوا اِلَي اللهِ مولٰهُمُ الحَق"** يعني، 'موت بعد انسان پنهنجي سچي مالڪ جي جوار ۾ پهچندا' (الانعام 62)

موت بابت علامہ اقبال جا چند حقيقت افروز دلائل:

1. جڏهن هر شام کان پوءِ صبح اچي ٿو ته ڇا شام جو ڪوئي صبح ناهي؟

2. داڻو جڏهن زمين ۾ ڪِري ٿو تہ وَڻ پيدا ٿئي ٿو تہ ڇا هڪ انسان پيوند زمين ٿيڻ بعد ڪجهہ بہ نہ ٿيندو؟

3. نيلگون آسمان جا هي شرارا لکن صدين کان چمڪي رهيا آهن ۽ انسان بزمِ ڪائنات ۾ سج وانگر چمڪي رهيو آهي، تہ پوءِ: آفتاب اپنا ہے کمتر ان ستاروں سے بھی کیا؟

4. پکي اُڏرڻ کان پهرين ڪنيڙاٽيون سڪوڙيندو آهي. موت 'پَرن جو سميٽڻ آهي' تہ ڇا ان بعد پرواز نہ ٿيندو؟ (سنڌي توڙي اردو يا فارسي ۾ محاورو بہ آهي تہ 'فلاڻي جو روح پرواز ڪري ويو.')

5. غنچي جو موت گُل لاءِ پيغام شگفتن آهي، تہ ڇا انسان جو موت اُن جي روح لاءِ پيغام باليدگي ناهي؟

6. توهان درياهہ جي ڪناري تي محوِ تماشا هجو. اُيرندي کان هڪ جهاز ايندو هجي، ۽ الهندي طرف دور نيري پاڻيءَ جي گهراين ۾ اوهانجي نظرن کان گم ٿيو ٿو وڃي. بس! اهوئي حال انسان جو آهي. موت هن کي پنهنجي اکين کان لڪايو تہ ڇڏي، مگر مٽايو نٿو سگهي. هڪ موٽر ساز جي هيءَ پوري ڪوشش هوندي آهي تہ هن جو موٽر مضبوط پائدار هجي.

الله جلشانہ جو ساز انسان آهي تہ ڇا هن صناعِ ازل جي هيءَ ڪوشش نہ هوندي تہ سندس مصنوعات بہ پائدار هجي.



# رات

ورُ سا ڪاري رات، جنهن ۾ راهه گم ٿئي،
هُن جي نه رهي تات، هي پڻ ويچي وسري
(شاهه)

رات! او رات!! عاشقن ۽ شاعرن جي رات. عارفن ۽ طالبن جي رات. راڳ رنگ ۽ گوين جي رات. زاهدن ۽ عابدن جي رات. محبت جي مستانن ۽ پريت جي پروانن جي رات. ڏُکن سُورن جي رات. پيار ۽ پريم جي رات. شمع جي جلڻ ۽ پَتنگ جي پَچڻ جي رات. تنهنجي وسيع دامن ۾ پاڪيزه خيالن جا رنگا رنگي گل. تُنهنجي جَلوي ۾ سونهري خوابن جي دنيا. تُنهنجي مخمور فضائن ۾ روحن جا مقدس پکي. متحرڪ ۽ ساڪن پاڇولا. تون خيالي دنيا جي خالق. تُنهنجي اونداهين ۾ زاهدن جا پاڪ زهد ۽ عابدن جون مقبول ۽ دراز دعائون. آزرده عاشقن جون فلڪ پيما آهون ۽ جگر پاش صدائون. شام جي سُرمائي گهَٽائن ۽ سُرور انگيز صبح جي حُسين و جَميل پَرين جي درميان حائل او سياه ديو!!! تون سڪوت جي چادر ڍڪيو مٿي تي چنڊ جو مرضع روپو تاج پهريو بي انداز چمڪندڙ اکين سان بحرِحيات جي گوناگون ڳُنن کي ڏسي رهيو آهين، ۽ بي شمار ڳنن سان ڪرخت زندگي جا ڪنجهڪار ٻُڌي رهيو آهين.

اي رات! اي ظلمت جي راڻي. تنهنجون اونداهيون آسماني تجلين جو مظهر و مرڪز ۽ ڏينهن، هڪ حسين ڏوڪو، دلفريب مڪرا جو انڌن انسانن کي ماديت نواز دنيا جي تاريڪ وسعت ۾ آواره ڇڏيو ڏئي ٿو.

اي رات! تون اُها خاموشي آهين، جو تُنهنجي ماٺ کان فضائي قدس جا سربستہ مخفي راز انوار آلکي جي شڪل ۾ قلبِ انسان تي روشن ٿيو پون ٿا. تون ڪاشفِ اسرار حق ۽ مظهرِ نور خدا آهين ۽ ڏينهن. تون هنگامہ حرص و هوا، جنهن جي دامن ۾ فتنا پلجن ٿا ۽ فساد ڪيڏن ٿا.

اي رات! تون عدل و انصاف جي اها مورتي آهين، جو طائر خواب جي لا انتها ڪنيڙاٽين جي هينان ضعيفن جي گُهٽيل آواز کي جابرن ۽ ظالمن جي خواهشن سان ٽڪرائين ٿي.

او مهربان ماءُ وانگر مشفق آگرين سان مظلومن جي رت روئيندڙ اکين کي بند ڪرڻ واري شفيق رات!! تون محبت جون مٺيون لوليون ڏئي ۽ پيار جون نازڪ ٿڦڪيون هڻي، اُنهن مظلومن جي مغموم دلين کي اهڙي عالم ۾ پهچائين ٿي، جنهن ۾ سفاڪين جو نالو ئي ڪونهي. تنهنجي نيرين فضائن ۾ عاشقن جي محبت جا ڪيف آوار نغمان پڪڙجن ٿا ۽ فراق جا ڦٽيل، تنهنجي شبنمي موتين سان ڍڪيل قدمن تي محبت جا گرم گرم لُڙڪ ڇٽين ٿا ۽ تنهنجي طراوت آميزِ ترين تي ويچارا پرديسي پنهنجي سِڪن ۽ سَڌن جون سوين سوڪڙيون نذرانو رکن ٿا.

او عشاقن جي نديم ۽ سانگين جي سوغات رات! تنهنجي رومان خيز ڇانولي ۾ شاعرن جا نفيس جذبات جنم وٺن ٿا. تنهنجي سياه ۽ دراز زلفن جا ڪنيڙا ڳڙا مُنڪرن جي قوت تخليق جا رهبر ۽ رهنما، ۽ تنهنجون خوشيون پيغمبرن جي منور قلب لاءِ صور بيداري آهن. تُنهنجي نوراني خاموشين ۾ دنيا کي سجاڳ ڪرڻ وارو فرقان الاهي نازل ٿيو. توکي قدرت "**خير مِن الف الشهر**" فرمايو.

او رات! تنهنجي ضيا بار جهلڪن ۾ انساني قسمتون لکيون وڃن ٿيون. تنهنجي خاموش ۽ پُرنور فضا ۾ حضور پاڪ صلي الله عليہ وآلہ وسلم معراج جون منزه منزلون ماڻيون.

## پئي پراڻونه ٿئي-99



ڏينهن جي ڏهڪائيندڙ هنگامن، حرص و حَوسَ جي طوفانن ۽ قتل و غارت جي دلدوزِ مناظر کان پريشان ٿي دور، تمام دور، سرسبز ۽ مست جهونتندڙ مرغزار ۾ پهتس، ۽ هڪ سياه پوش ساڪت مگر لرزان پيڪر جي حضور ۾ وڃي بيٺس. هو تڪڙو تڪڙو ڪشاده ميدانن، فلڪ بوس ڏونگرن ۽ سبز وادين کي وڪوڙيندو اڳتي وڌي رهيو هو. آءُ اُن جي سياه اکين ۾ اکيون وجهي ۽ ناديده ڪنيڙائين جي خوفناڪ قرڙات تي ڪَنُ لڳائي، اُن کي گهُورڻ لڳس. سڪوت جي پَرين منهنجو گهيرو ڪيو ۽ آءُ تاريڪين جي دهلائيندڙ ۽ ڊگهين اونهاين ۾ گم ٿي ويس. انهن عميق گهراين ۾ اي رات! مون توکي ڏٺو. هڪ لرزه افزا صورت ۾، تو ڪارن ڪڪرن جي نقاب ۾ پنهنجو مُنهن لڪائي رکيو هو. تون خاموشي جي چادر ۾ ملبوس ۽ ساڪت، نظر کي معلوم ٿي ٿيئن. پري کان سج، نور افشان ڏند ٽيڙيو مُشڪي رهيو هو ۽ اُن جي پهرين ڪِرنِ هٺرادو بُتن جي سامهون اوهام پرست غلامن جو مذاق اُڏائي رهي هئي ۽ اطلش ڪيمخواب مخمل و حرير جي نرم بسترن تي سمهڻ وارن حڪمرانن جي نازڪ بدن ۾ چُڀي رهي هئي.

سورج، دور تمام دور، مرمرين جسم، آهُو چشم، ڪنوارين جي ڪتابي ڇهري کي تِڪ لڳائي ڏسي رهيو هو ۽ تاريڪ پردن جي اوٽ ۾ گلن جي سيج تي دادِ عيش ڏيڻ وارن مضمحل ۽ ٿڪل حسينن کي، چور نگاهن سان جهاتيون پائي رهيو هو ۽ معصوم مڪڙين (جن کي اڃا دير سان گُل بنجڻو هو) جي جهمٽن جي قريب بيٺو. انهن کي خنڪ بيز عطر ريز جهوٽن جي مدد سان لوڏي رهيو هو. هُو ڪم ظرفن جي مشڪڻ تي اشڪ ريز هو ۽ عاشقن جي نالہ پُر غم تي مُتبسم! هُو استقلال سان پريل قلبن کي نصرت ۽ فتحمندي جي حق پرست هٿن سان مٿي کڻي رهيو هو ۽ پست همت ۽ حقير روحن کي پنهنجي فولادي پيرن هيٺان لتاڙي رهيو هو.



او شبِ يلدا! اُتي مون توکي ڏٺو ۽ تو مونکي. تون جاه و جلالت شوڪت ۽ عظمت سبب مون وٽ شفيق ۽ مهربان ماءُ جو درجو رکين ٿي ۽ آءٌ پنهنجين آرزوئن ۽ تمنائن جي بِناء تي تو وٽ پُٽ جي حيثيت رکان ٿو. پنهنجي وچان دوئي ۽ غيريت جا جي پردا هٽيا، اُهي اُتي ويا ۽ قياسات جو نقاب ٽُڪرا ٽُڪرا ٿي ويو. پاڻ هڪٻئي جي چهرن کي ڏٺوسون. تو اُهي تمام اسرار ۽ رمزون، جي تنهنجي سيني ۾ لڪل هئا، هڪ هڪ ڪري مون تي واشگاف ڪيا، ۽ مون پنهنجي تمنائن ۽ حسرتن جي ڪتاب جو هڪ هڪ حرف تنهنجي گوش گذار ڪيو. حتيٰ ڪِ پاڻ هڪٻئي ۾ گم ٿي وياسين. تنهنجون هولناڪيون مٺڙن نغمن ۾ مٽجي ويون. اُنهن ترانن جا سُرور افزا سُر، سدابهار گلڙن جي شهد آميز سرگوشين کان بہ زياده مٺا هئا. منهنجي وحشت اُنهن ۾ گم ٿي وئي، تو وفور شادماني کان مونکي پنهنجن مشڪ ميز ڪلهن تي ڪنيو ۽ منهنجي اکين کي بصيرت ۽ ڪَنن کي سماعت بخشي ۽ زبان کي طاقت گويائي عطا ڪئي. تو مونکي هڪ نئين شاه راه تي آڻي ڇڏيو. تو مونکي اُنهن چيزن سان محبت ڪرڻ سيکاري، جن کان دنيا نفرت ڪري ٿي ۽ انهن شين کان نفرت جو سبق ڏنو جن سان دنيا محبت ڪري ٿي، تو پنهنجي غير محسوس آڱرين سان منهنجي ساز حيات جون خاموش تارون ڇوريون، جن کان رس ڀريل نغمن جو هڪ پُرجوش درياهہ وَهي نڪتو. منهنجي جسم جي رڳ رڳ مُترنم ٿي وئي ۽ تون منهنجي تراني جي زير و بم تي نزاڪت سان نچڻ لڳينءَ. عالم مستيءَ ۾ تو پنهنجا گرم گرم لب منهنجي روح جي نازڪ ۽ حسين رخسارن تي رکيا، منهنجو روح اُن شُعلي وانگر ڀڙڪي اٿيو جو يخ بستہ ۽ بي روح بدن کي رَک جو ڍير بنائي ڇڏيندو آهي.

(اديبِ سنڌ، جنوري 1951ع)



# شانِ خودي

خودی کو کر بلند اتنا کہ ہر تقدیر سے پہلے،
خدا خود بندے سے پوچھے، بتا تیری رضا کیا ہے۔

سن 47 مارچ رسالي 'اديب سنڌ' جي پرچي ۾ "آئينہ سلوڪ" مطالع ڪيم. هن کان اڳ بہ هڪ بہ دفعہ شايد سنہ 46 جي ڪنهن پرچي ۾ "خودي چڱي يا بيخودي" جو موضوع ڏنل هو پر ڪنهن بہ صاحب قلم الظرف توجهہ نہ ڪيو. البتہ حامي صاحب [عطا محمد حامي] ڪجهہ اظهار خيال ڪيو. هت آءٌ بہ پنهنجي مختصر علمي لياقت آهر چند سٽون ناظرين ڪرام اڳيان پيش ڪيان ٿو.

حامي صاحب پنهنجي مضمون ۾ اهي الفاظ تحرير فرمايا آهن تہ: "خودي خود غرضي جي پاڙ آهي." اهو جملو نہ فقط غور ڪرڻ جي قابل آهي، مگر ڪنهن حد تائين لائقِ نفرت بہ آهي. افسوس! حامي صاحب خودي جي صحيح مفهوم کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ها بعد ۾ ڪجهہ راءِ ڏئي ها تہ بهتر ٿئي ها. آءٌ حامي صاحب جي قول 'خودي خود غرضي جي پاڙ آهي' جي برخلاف آهيان. خودي ۽ خود غرضي ٻئي جدا جدا شيون آهن. حامي صاحب جيڪا خودي لاءِ حقارت ظاهر ڪئي آهي، سا خود غرضيءَ سان

وابسته آهي. باقي خودي ان ڪثافت کان هر طرح پاڪ صاف آهي. برابر خودي ۽ بيخودي ٻئي پنهنجين پنهنجين جاين تي سلوڪ ۽ سعادت جا سرچشما آهن، پر خودي بيخودي کان هزار بار وڌيڪ ڀلي آهي. بيخودي تارڪ الدنيا صوفيانه مشرب“ ۽ رهبانيت جو زيور آهي. حالانڪ ”لارُهبانيت في الاسلام“ جي تنبيهه ٿيل آهي، ۽ خودي هڪ مجاهد، هڪ غازي اسلام ۽ مرد باهمت جو شيوو آهي. بيخودي مان صوفياءِ ڪرام ’با مسلمان الله الله، با برهمن رام رام‘ جا لطف حاصل ڪن ٿا. پر حق پاڪ هڪ مرد مجاهد کي خودي جو سبق پڙهائي ٿو ته: ’سواءِ منهنجي ٻئي ڪنهن جي به اڳيان گردن نه جُهڪاءِ‘ ۽ ”رُحماء بَينَهم“ ٻڌجو پر ”اَشداء علي الکُفار به ٿيو“ به ٿيو. الاهي خودي اهو حڪم ٿي صادر ڪري، پر صوفي صاحب مومن ۽ ڪافر کي يڪسان ٿو سمجهي، ڇو ته هن خوديءَ کي ترڪ ڪيو آهي. ملان ۽ صوفي کي علام اقبال چڱو چٽيو آهي:

به بندِ صوفي و ملا اسيري، حيات از حکمتِ قرآن نگيري،
بايا تش ترا کارے خبرايں نيست، که از ٰيسين او آساں بميري۔

هڪ اُمي فداه اَبي و اُمي کي رسالت جو تاج ڏئي، تن تنها سواءِ ظاهري يار مددگار جي اسلامي تبليغ ۽ خدائي پيغام پهچائڻ لاءِ، هڪ زبردست متڪبر خود غرض ۽ بت پرست قوم ڏي موڪليو وڃي ٿو جو پنهنجا سڀ ناتا ۽ رشتا ٽوڙي نعره تڪبير بلند ڪري ٿو. ڇا اها خودي نه هئي؟ ۽ خدائي خودي، جنهن خدا جو حڪم هو ته اي محمد صلعم ”لااله الاالله جو وحدت آموز ڪلمو دنيا جي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ پهچاءِ“ ۽ ”وحده لاشريڪ لهُ جو يڪتا نغمو هر هڪ جي گوش ۾ جهونگار.“ خودي، خدا جو شيوو آهي.

خودي روشن ز نورِ کبريائي ست۔

۽ خدا پاڪ ٿي اسان کي قُوت، هيبت ۽ خودي جو سبق ڏنو آهي: ”وَليجدُ و فِيکم غلظة“ يعني اوهين دنيا ۾ اهڙي طرح رهو جو ماڻهو

اوهان جي تندي محسوس ڪن. سوره انفال ۾ فرمايل آهي تہ ”**مَن قوت و من رباط الخيل ترهبون بہ عدو الله و عدوڪم**“ يعني، ’اوهين پنهنجي پاڻ ۾ خودي ۽ قوت پيدا ڪريو ۽ اوهانجي طنبيلن ۾ گهوڙا اهڙي ٺاٺ سان ٻڌل هجن، جو الله جا ۽ اوهان جا دشمن ڏسي غش ٿي وڃن.‘ ڇا اهو خودي جو سبق ناهي؟ پوءِ اها خودي جنهن جو سبق پنهنجي بندن کي پاڻ ڏٺي ڏيندڙ هجي، سا ڇڏي ڏيون؟ هرگز نہ.

خودي پيغمبرانہ شيوو آهي. سرڪش فرعون تي حضرت موسيٰ جي خودي غالب هئي. نافرمان نمرود تي حضرت ابراهيم جي خودي فتح حاصل ڪئي. ڪفار عرب کي رسولِ خدا حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جي خودي شڪست ڏني ۽ نورِ اسلام سان منور ڪيو. دشمن اسلام يزيد کي حسيني خودي سزاوار ملامت ڪيو ۽ حسين عليہ السلام اسلامي خوديءَ سان مهمور هو. جنهن پنهنجو موت اکين اڳيان ڏسندي بہ خودي کي نہ ڇڏيو ۽ يزيد ۽ سندس رفيق دنيائي حرص ۽ خود غرضي ۾ مبتلا هئا. خودي بہ اُن کي چئبو آهي، جنهن جو سبق شهيد ڪربلا پڙهائي ويو:

سر داد نداد دست بہ دست يزيد،
حقا کہ بنائے لاالہ ہست حسين۔

اها هئي خودي، جنهن جي شان تي اڄ بہ دنياءِ اسلام نازان آهي.



# تاريخ مصر جو هڪ زرين ياب•

جڏهن ڪو به مورخ دريائي نيل جي خوشگوار ڪناري تي ويهي آب رواڻ جي اضطرابي ۽ بيتاب لهرين کي ساحل سان پٽيندي ڏسندو آهي ته ناگهان اُن جي بحر تخيل ۾ به اُتي جا قديمي تواريخي واقعات موجزن ٿيندا آهن ۽ اُن جو ذهن سليم هڪ معمولي رفتار سان ڪم ڪرڻ شروع ڪندو آهي، تاريخ مصر جا رنگين اوراق سندس اکين اڳيان چمڪڻ لڳندا آهن، ۽ پاڻي جي هڪ هڪ لهر بجاءِ خود هڪ طويل افسانو نظر ايندو آهي.

اُن پوڙهي نيل جي قرب و جوار ۾ ڪڏهن فرعون جي فرعونيت جو وڏي حسرت سان دم ٽُٽو ۽ اُن جي اضطرابي لهرين ڪڏهن زليخان رضه ۽ حضرت يوسف عه جي معاشقي کان رنگ عشق جو اڪتساب ڪيو هو. انهيءَ ئي نيل جي تيز وهڪري ۾ ڪڏهن بطليموس فرمانرواءِ مصر کي لوڙهيو ويو ۽ انهيءَ ٻُڏرڙي نيل ڪڏهن حڪمران مصر جي ڀيڻ 'قلوپطره' جا ڪِ زهره مثل حسن و شباب جي ديوي هئي، لب ساحل محوِ خرام ڏٺو هو جا جڏهن پنهنجا پدمي ۽ حنا آلوده پير درياهه ۾ لتڪائي ويهندي هئي ته نيل جون سيمابي لهريون، اُن جي پابوسي لاءِ يڪ بعد ديگري بيتابانه اينديون ويندیون هيون.

---

• هن حقيقت پڙهڻ مان معلوم ٿيندو ته هڪ عورت جي حسن و عياشي طفيل ڪيتريون سلطنتون تباهه ٿيون ۽ ڪيتري خونريزي ٿي. [عارف المولي]

هي اُنهن ڏينهن جي ڳالھ آهي، جڏهن اوليطيس خاندان بطليموس جو آخري تاجدار هو. هي خاندان ڪيترين پُشتن کان پهرين يونان مان هتي آيو هو ۽ پنهنجي وطني خصوصيات کان جلد هر طرف مشهور ٿي ويو ۽ دور دور تائين هنن جي جاه و جلال ۽ همت و عظمت جو ڍنڍورو هلي ويو. هن خاندان جو بنياد بطليموس نالي بادشاھ وڌو جو پنهنجي وقت جو بهترين ڪاهن ۽ يمندس مڃيو ويندو هو.

چنانچھ جڏهن اوليطيس جي گهر جو چراغ روشن ٿيو تہ اُن بہ پنهنجي نورِ نظر جو نالو برڪت ڀريو سمجھي بطليموس رکيو تہ هن نالي جي برڪت سان هن جي خاندان کي فروغ حاصل ٿيندو پر ائين نہ ٿيو. قدرت هن جي ابلھ پروري ۽ هَوس پرستي تي کلي رهي هئي، ۽ جهڙيءَ طرح هن خاندان جو ستارو و نصف النهار چمڪي رهيو هو. اهڙيءَ طرح ئي هن خاندان جي تاجدار بطليموس جي بيوقوفائي سبب سڄو خاندان پستي ۽ ذلت جي عميق غار ۾ غرق ٿي ويو. اهو هيئن ٿيو جو جڏهن اوليطوس عالم سڪرات ۾ بستري علالت تي آخري گهڙيءَ جو مهمان هو تہ شهزادو بطليموس، ناز پرور قلوپطره ۽ عظامِ سلطنت وٽس موجود هئا. الوداع جي وقت پيءُ پُٽ کي وصيت ڪئي تہ شهزادي قلوپطره جو هر طرح خيال رکج ۽ اُن کي تاحيات سلطنت جي اڌ حصي جو حقدار سمجهج. مرگ پدر کان پوءِ جڏهن بطليموس سرير آرائي، سلطنت ٿيو تہ اُهو خون جنهن ۾ ڀيڻ جي محبت جو جوش هردم موجود هئڻ گهربو هو سرد ٿي چڪو هو ۽ اُن جي اُها دل جنهن جو هر گوشو ڀيڻ جي پيار جي روشني کان منور ٿيڻ گهربو هو سو تنگ و تاريڪ ٿي چُڪو هو. قلوپطره ان لاءِ سنگ راھ، خار دامن بنجي چڳي هئي. بطليموس پنهنجي دل ۾ پڪو ارادو ڪري چُڪو هو تہ ڪنهن بہ طرح هن وات جي ڀنڊِ کي پيچڻ ڪپي. اُن خيالِ خام جي تڪميل ۾ هُن پنهنجي بيش بها هيري جي بي قدري ڪري هُن کي هڪ ٺِڪر سمجهي مصر جي هڪ بي انتها ۽ تتل صحرا ۾ ٻُک ۽ اُڃ جي شدت سان فرشتہءِ اجل جي همڪناري ٿيڻ لاءِ وڏي بيدردي سان ڇڏي ڏنو.

آهہ... مصر جي اُها حسين ۽ نازڪ اندام پري پيڪر شهزادي جنهن جو نرم مخملي بدن اطلش ۽ ڪيم خواب سان به چرڪندو هو اڄ نهايت بي رحمي سان تتل ريگہ زار تي جَهلسي ۽ جَلي رهيو هو. اُڄ جي تڪليف کان بلوري شفاف گلو خشڪ ٿي ويو هوس ۽ پوشيدڙا پير آتشين ريت جي سِتم ڪارين کان سَڙي رهيا هئا. سمجهو ٿا تہ ان وقت ناز و نعمت سان پليل نازڪ بدن جي ڇا حالت هوندي؟ خدا جي قدرتا جو اُن وقت جڏهن موت و حيات جي ڪشمڪش جاري هئي تہ اُن وقت اُن واٽ کان "شامِ روم جوليس سيرز" جو گذر ٿيو اُن جڏهن اهڙي آسماني ستاري کي تتل زمين تي ماهِ بي آب وانگر ڦٿڪندي ڏٺو تہ اُن کي بعد احترام پاڻ سان گڏ وٺي ويو.

جوليس سيرز اسڪندريہ پهچي، جتي اُن وقت رهيل هو. جڏهن قلوپطره جي درد ڀري ڪهاڻي ٻڌي تہ ان ۾ يڪدم غصي ۽ انتقام جي باهہ ڀڙڪي اُٿي ۽ هڪ بي پناهہ لشڪر وٺي بطليموس جي لشڪر و ملڪ تي حملو ڪيو ۽ ايتريقدر خوفناڪ جنگ شروع ٿي جو رت جون نديون وَهي هليون ۽ ڪثير تعداد ۾ ڪُنلن جا ڍير لڳي ويا.

هن خونريزه جنگ کانپوءِ ميدان جوليس سيرز جي قبضي ۾ هو ۽ بطليموس جي جهنڊي تي جو ڪڏهن تہ ظفر و نصر سايہءِ فگن رهندو هو اڄ شڪست ۽ ذلت جو انڌيرو مسلط ٿي ويو ۽ بطليموس جڏهن گرفتار ٿي جوليس سيرز جي اڳيان حاضر ٿيو تہ 'فاتح' اُن کي سندس ظلم جي بدلي ۾ دريائي نيل جي فلڪ بوس ۽ گردش ڪندڙ لهرين جي سپرد ڪيو.

بطليموس جي حسرتناڪ موت بعد عنانِ حڪومت قلوپطره جي هٿ آئي جا شب و روز جوليس سيرز سان گڏ مصروف عيش و نشاط رهڻ لڳي. هنن جي عيش پرستيءَ جون رنگين ۽ ڪيف آور محفلون ٻن سالن تائين ڪاميابيءَ سان قائم رهيون. جوليس سيرز کي جڏهن عيش کان ڪجهہ وقت فرصت ملي تہ سندس حريص دل ۾ ايشيا ۽ افريقا جي فتح ڪرڻ جا نامڪمل خيال جاڳيا، پر هن جو هي خواب شرمنده تعبير نہ ٿي سگهيو ڇو تہ رومتہ الڪبريٰ ۾ پهچندي ڪنهن نامعلوم سازش جي ذريعي

قتل ٿي ويو جنهن جو الزام شيدايان جمهوريت جي سازش تي هو پر خيال اغلب آهي، تہ جيستائين ڪِ اصل واقعي جو تعلق آهي، تہ اسين چئي سگهون ٿا تہ اُن جي قتل ۾ خود جوليس سيرز جي هڪ خاص مقرب "انطوني" نالي آفيسر جو هٿ هو. چنانچہ هن الزام بظاهر هن کي بہ فائدا رسايا. هڪ هي تہ جوليس سيرز جي خون جي انتقام وٺڻ وارن سان گڏجي جمهوريت ۽ اُن جي طرفداري جو خاتمو ڪيائين، جن کان هر وقت ڊنو پئي ۽ ٻيو هي تہ پنهنجي حڪمت عملي سان ڪُل مشرق تي قابض ۽ متعرف ٿي ويو ڇو تہ جوليس سيرز جي قائم مقام اقطاديانوس، جنهن انطوني جي پوزيشن کي مضبوط ڏسي مصلحتاً اُن جو اثر ۽ اقتدار تسليم ڪيو ۽ هن عظيم الشان ڪاميابي ڪانپوءِ انطوفي، جڏهن مصر ۾ داخل ٿيو تہ ملڪ مصر قلوپطره بجاءِ ڪنهن قسم جي مزاحمت ڪندي، هن جو نهايت شاندار خيرمقدم ڪيو ۽ نهايت عمدگي سان آراستہ پيراستہ ٿي ڪري حسينانِ مصر جي جلوس ۾ شهر کان ٻاهر ڪجهہ فاصلي تي هن جو شاندار استقبال ڪيو. اُن وقت اُن ماهِ مصر جي تِرڪ،اِحتشام ۽ ملبوسات فاخزه کي ڏسي هر شخص تي حيرت طاري هُئي. چنانچہ جڏهن ناظرين قلوپطره کي اهڙي شان شوڪت سان ڏٺو تہ جملي حاضرين هُن کي حسن و جمال جي ديوي سمجهڻ لڳا ۽ "انطوني" تہ اُن کي ڏسندي ئي پنهنجا هوش هواس وڃائي وينو ۽ ليل والنهار قلوپطره جي سروُر انگيز صحبت سان لطف اندوز لڳو. اُن جي محبت ۾ ايتريقدر تہ مست و محو ٿي ويو جو دنيا ما فيها کان قطعي نا آشنا بنجي ويو. هوڏانهن اُن جي زال "فلويا" هن جي غم هجر ۾ ڳري ڳري مري وئي.

فلويا جي مرڻ جي خبر جڏهن 'انطوني' کي پئي تہ هو تمام مغموم ٿيو ۽ هڪ فوري جذبي جي ماتحت روم پهتو ۽ پنهنجي زال جي مرڻ تي چند عقيدت ڀريا ڳوڙها ڳاڙي گُلن جي هڪ چادر آخري طرح نذراني طور چاڙهي ۽ ڪجهہ عرصو روم ۾ رهڻ بعد جڏهن ان جو غم ڪجهہ هلڪو ٿيو تہ قصر روم پنهنجي ڀيڻ 'اقطاديا'، جا حسن و صورت سان گڏ حُسن، سيرت سان بہ مالا مال هئي، سان سندس عقد ڪيو. مگر 'انطوني' جي دل 'قلوپطره'

جي ياد ۾ اُتي ڪنهن بہ طرح نہ لڳي سگهي. چنانچہ هو وري مشرق ۾ واپس اچي 'قلوپطره' سان مليو ۽ هن دفعي تہ اهڙو ويو جو هن کي اها بہ خبر نہ رهي تہ سلطان روم هن جي بي پرواهي ۽ بي اعتنائيءَ کان سخت برهم ٿيو آهي.

آخر اقطاديانوس انطوني تي هي جرم عائد ڪري، اُن جي خلاف اعلانِ جنگ ڪيو تہ هُن هڪ مشرقي فاحشہ ۽ هرجائي عورت جي مقابلي ۾ هڪ مغربي پاڪباز شهزادي جي توهين ڪئي آهي، ٻنهي طرفن کان جنگي ٻيڙا حرڪت ۾ آيا ۽ اُنهن جو مقابلو 'اپائرس' جي هڪ راس ۾ ٿيڻ لڳو. جهازن تي آتش باز توپون اڳ ئي مُنهن ڪوليو تيار هيون. جيئن ئي لشڪر قريب ٿيا تہ اُنهن باهہ وسائڻ شروع ڪئي. هر جڳهہ جهازن ۾ آگ لڳي رهي هئي ۽ اُهي جلد جلد خالي ڪيا ويا ٿي، ساري ڏينهن جي سخت لڙائي بعد ۾ رفتارِ جنگ ۾ ڪا ڪمي ڪانہ ٿيڻ لڳي، جتي جتي جهاز هڪ ٻئي سان ملي رهيا هئا. اُتي فوجون بہ پاڻ ۾ تير و تلوارن سان هڪ ٻئي جو خير مقدم ڪري رهيون هيون.

الفرض قيامت جي جنگ تي رهي هئي ۽ جنگ جي شدت ڏسي قدرت بہ خاموش نہ رهي سگهي ۽ اُن بہ تباهي و بربادي جا سامان چئني طرفن کان پيدا ڪيا، ۽ هر طرف کان خوفناڪ ڪارا پربت ڪڪر گجي آيا ۽ انڌادنڌ طوفان پنهنجي حشر خيز سامان سان تيز تيز لڳي رهيو هو. رعد جي گجگوڙ ۽ طوفان جي شور ڪانَ هڪ غضب ڇانئجي ويو. جنهن وقت توپ جو آواز ۽ آسماني بجلي جو ڪڙڪو پاڻ ۾ گڏيا ٿي تہ وڏن وڏن بهادرن جا جگر بہ پاڻي ٿي ويا ٿي.

جنگ ٿيندي ٿي رهي تہ صبح ٿي ويو. شبِ طوفان جي سياهي ختم ٿي وئي ۽ سورج ديوتا پنهنجي سونهري ڪرڻ جي تيز ٻڌيءَ کي بي نيام ڪري جڏهن غصي ۾ ڏڪندو ايوان مشرق کان نمودار ٿيو تہ "انطوني" جي فوج جو دم ٽُٽي رهيو هو. بعد مشڪل 'انطوني' ۽ قلوپطره پنهنجي جان بچائي ڀڄي ويا.

اسڪندريہ پهچي 'انطوني' ۽ قلوپطره عيش و عشرت ۾ مبتلا ٿي ويا ۽ ڪين نشہ محبت جي مدهوشي کان هي خيال بہ نہ رهيو تہ ڪو غنيم

سندن تعاقب ڪري رهيو آهي، جنهن وقت اقطاديانوس اسڪندريه کي ٻه
اچي محصور ڪيو ته هنن جو نشو اُڏامي ويو ۽ انطوني کي هڪ دفعي وري
ميدان جنگ ۾ وڃڻو پيو. انطوني ۽ اقطاديانوس جي لڙائيءَ جو نتيجو نهايت
حسرت انگيز ۽ عبرت خيز آهي. انطوني، ميدان ڪار زار ۾ وڙهندي سخت
زخمي ٿي ويو. ان شهيدِ محبت کي جڏهن پنهنجي بچڻ جي اميد نه رهي ته
هو 'قلوپطره' کان الوداعي بوسه وٺڻ ۽ آخري جامِ محبت پيئڻ لاءِ قصر خاص
۾ پهتو جتي اُن جي بيتاب نگاهن قلوپطره کي ٻه منتظر و حال ڏٺو.

چنانچه هو ڪمال عجلت سان، مگر قتيل آهُو وانگر ٽڙندو اُن جي
طرف وڌيو. قلوپطره جڏهن پنهنجي جان نثار عاشق جو هي حال مضطر ڏٺو
ته سندس دل پُر محبت کي سخت صدمو پهتو ۽ هوءَ اُن کي سنڀالڻ لاءِ اڳتي
وڌي ۽ ٿوري ئي لمحي بعد 'انطوني' قلوپطره جي نازڪ لبڙن سان واصل ٿي
دل جي پياس ۽ چپن جي خشڪي اجهائي رهيو هو چند منٽن جي هن
مختصر بوسي بعد 'انطوني' جو جسم ٿڌو ۽ بيجان ٿي ڪري 'قلوپطره' جي
هنج ۾ پيو. انطوني جي موت جي خبر بجليءَ وانگر هر طرف پکڙجي وئي ۽
اُن جي فوج يڪدم هٿيار ڦٽي ڪيا.

عورت کي جيڪڏهن دنيا ۾ ڪجهه گهرجي ته صرف عيش و عشرت
گهرجي، هن کي مڙس جي مرڻ يا پٽ جي جدا ٿيڻ جو ڪو ٻه غم پائدار نه
رهندو آهي. قلوپطره کي انطوني جي موت جو ڪيترو غم ٿيو؟ ۽ اُن کي هن
شهيدِ وفا سان ڪيتري محبت هئي؟ ان جو اندازو قلوپطره جي ان پيشڪش
مان ٿي سگهي ٿو جو هن اقطاديانوس کي پيغامِ شادي موڪليو مگر هُو وڏو
هوشمند انسان هو ۽ سمجهي ويو ته هن ۾ ڪنهن قسم جي سازش آهي.
چنانچه اقطاديانوس هن پيشڪش کي سختيءَ سان ٺڪرائي ڇڏيو ۽
ڪوشش ڪرڻ لڳو ته هو جلد از جلد قصر ۾ پهچي اُن کي زنده گرفتار
ڪري ۽ اُن کان پنهنجي پيءُ جي ناڪام محبت جو انتقام وٺي.

قلوپطره کي جڏهن ان ارادي جي خبر پئي ته سڀ کان پهرين
پنهنجي مستقبل تي گهري نظر وڌي، اُن وقت سندس ذهن ۾ طرح طرح جا

خيالات پرورش پائي رهيا هئا، ۽ ويچار ڪري رهي هئي تہ هاڻ چند منٽن ۾ اچي اقطاديانوس گرفتار ڪندو ۽ پنهنجي پيءُ جي انتقام وٺڻ لاءِ طرح طرح سان ذليل ڪندو. اُنهن خيالن ايندي ئي سندس نازڪ دل شير ٿي وئي، ۽ هُو هينئر اڳوڻي قلوپطره ڪانہ هئي، بلڪ اُن جي دل نهايت طاقتور ٿي وئي، پهريان هوءِ خود موت کان ڊڄندي هئي، پر اڄ موت ئي هن کان ڊڄڻ لڳو. چنانچہ هو جلد اُٿي ۽ آرايش و زيبائش ۾ مصروف ٿي وئي، ٿوري دير بعد جڏهن هو سينگار ڪري آئي تہ سراپا حشر هئي، ۽ هن جو عالم آشوب ۽ حسن قيامت بيان ڪري رهيو هو. هن پنهنجي مٿي تي زمردي تاج رکيو ۽ نهايت شان شوڪت سان شاهي مسند تي جلوه افروز ٿي رهي هئي. خيالات مترادف کان سندس ذهن ۾ اجا بہ هل چل هئي، مگر هوءَ بي فڪر هئي ۽ هن جو خيال هو تہ: ”ذلت جي زندگي کان عزت جي موت بهتر“.

هن کي انهيءَ خيال کان هڪ گوناگون سڪون و راحت حاصل هئي. ٿوري دير بعد هن هڪ سونو نانگ ڪڍيو جنهن جي ڦڻ زهر آلوده هئي قلوپطره هن کي ڪنهن خاص مقصد لاءِ اڳ ئي تيار رکيو هو ۽ مسموم نانگ پنهنجي سيمين بازو سان لڳائي سندس زهر پريل ڦڻ کي عاشق ناشاد وانگر چوسڻ لڳي. ڪجهہ دير بعد اقطاديانوس ڪمري ۾ داخل ٿيو هن جي پهرين نظر جنهن شي تي پئي، اُها قلوپطره جي بي حسن و حرڪت شاهانہ لاش هُئي، جنهن قريب ئي هڪ سونو نانگ مُنهن ڦاڙيو هن جي طرف ڏسي رهيو هو.

اقطاديانوس جڏهن هينئر مشرق و مغرب جو وڏو فرمانرواه هو، مگر هن کي افسوس فقط اهو هو تہ قلوپطره کي زنده گرفتار ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيو.

اهو هو مصر جي هڪ حسين محجبين، عصمت فروش، نازنين جو حسرت انگيز انجام، جا ڪڏهن تہ ساحل نيل تي شب و روز نوان فتنہ جاڳائيندي رهندي هئي.

(اديب سنڌ، مئي 1946ع)

*

# ذَتِ

ذِتِ هڪ اهڙي شعر يا ڳجهارت کي چئبو آهي، جو سگهڙ کا شيءِ يا مثال ڏسي اُن تي رَڄُ رچايو هجي. اڳيون ڪچهريون؟ روپ رهاڻيون به عجيب هونديون هيون، سوين سُگهڙ هوندا هئا، جي هلي اچي هڪبئي سان اورانيا اوريندا ۽ ڳُڻ ڳرهيندا هئا. ڪو ميلو ملاکڙو يا شادي خيرات تي ته رهاڻين جا رنگ رچي ويندا هئا. نڙ جي تنوار ٿيندي هئي. ڏورن بيتن جي هونگار لڳي ويندي هئي. سياري جي سَمي ته هرڪو پنهنجو مچ مچايو ويٺو ريجهه رهاڻ ڪندو. ڪٿي ڳجهارتن جا ڳهير ته ڪٿي بيتن جون ڀيرون. ڪٿي وري ڏورن ۽ هُنرن جا هُل. مطلب ته سڄي رات رَس رِهاڻ ۾ وهامي ويندي هُئي، پرهه باکون کنيون ۽ سڄڻ سندرا ساهيا ۽ توڏي جا تنگ تاڻيائون ۽ وڃي پنهنجي ڪڪين ٿيا. اڄ نه اُهي رس رهاڻيون ۽ نه اُهي رمزون ۽ راز نه ساز، نه آواز بقول پٽائي ته:

نڪا تات نه تُوت ڪا، نڪا طلب تنوار،
ڪانهي پِرت پچار، لنئون ويچاري لڏيو.

ڪو ورلي ٿو ڪٿي نڙ يا بيت جو آواز ٻڌجي نه ته لَتَ ڦيرائي ته پانڌي ڪي ئي نه لڳي. اڄا به ڀهراڙي ۽ واهڻن ۾ اها ورونهن وندر آهي، جا ڪڏهن ڪڏهن قلب جي ڪَسُ لاهيندي آهي. آياسون مطلب تي ته اڳيان

سگھڙ ڪا سوکڙي ٿاهي اچي عيارن اڳيان رکندا هئا ۽ حاضرين سگھڙ وري ان کي وهجائيندا ۽ ويچاريندا هئا.

ايران جي بادشاهه به هڪ دفعي پنهنجي نازڪ گلِ اندام بانهيءَ کي پيار مان گل هنيو جو سندس گلاب جي پنکڙين کان به زياده نفيس رنگين لبن تي لڳو ۽ ڪنيز دانهن ڪئي ته: ”مار يکي! شهه مار يکي“ بادشاهه کي ڏاڍو لطف آيو ۽ اهو جملو مصرع طرح وانگر دربار ۾ اچي شاعرن جي اڳيان پيش ڪيائين ۽ جنهن تي شعراء ڪرام پنهنجا زرين خيالات پيش ڪيا. نيٺ هڪ شاعر شعر چيو جو مونکي وڏيڪ ته ياد ڪونهي، پر مطلب وارو مصرع اٿس ته:

زدهء گل به لبِ يار شبِ تاريکي،
آواز برآمد که شها مار يکي.

اهڙيءَ طرح اڪبر بادشاهه به هڪ دفعي چمڙا پوش ڪري شهر جو سير ڪندو آيو جيئن ته اڳين بادشاهن جو دستور هوندو هو ته پنهنجي سِر ويس بدلائي عوام جي هيٺي حالت جو معائنو ڪندا هئا، ۽ شهر جي غريبن مظلومن جي مدد ڪندا هئا ۽ سندن پر گهور لهندا هئا. حضرت عمر فاروق رنن زالن جو پاڻي پريندو هو. جهاد تي ويل مجاهدن جي گهر ٻار جي خبر چار وٺندو ۽ سودو سلف آڻيندو هو. حضرت علي ڪرم الله وجهه پوڙهن ضعيفن جا ٻار ڪٽي ڪين گهر پهچائيندو هو. پاڻ جَوَن جي سُڪي ماني تي گذران ڪندو هو ۽ ٻُکين کي تازا طعام کارائيندو هو. اهڙيءَ طرح ٻيا اسلامي بادشاهه به پاڻ پتوڙي سَتايلن جي سُڌ لهندا هئا. جيئن بابر شاهه جو هاٿيءَ جي زد کان ٻار کي بچائڻ وارو واقعو مشهور آهي. اڳيان مسلمان حاڪم اڄوڪن حاڪمن وانگر ڪين هوندا هئا، جو پاڻ ته شراب ڪباب عيش عشرت ۾ مگن مست رهن باقي ويچارا ڏيهه جا ڏُتڙيل مسڪين پيلي پيا سُڪل ٽُڪر ڳيي لاءِ ۽ ڪپڙي لٽي لاءِ ليلائين.

اڪبر بادشاهه به علم دوست، ادب نواز ۽ فاضل عادل بادشاهه ٿي گذريو آهي. هُو پاڻ به وڏو اديب ۽ سالڪ سگھڙ هو ۽ وٽس ابوالفضل فيضي،

ملادو پيازو ۽ بيربل وغيره جهڙا امل ماڻڪ رهندا هئا ۽ منجهن علمي ادبي چٽا پيٽيون هليون ايندڙيون هيون.

هڪ دفعي رات جو دستور موجب اڪبر بادشاهہ چمڙا پوش ڪيو شهر جو چڪر لڳائيندو آيو تہ ڏسي تہ چانڊوڪيءَ جي ڪُليل ٻهڪٽي ڪيٽ ۾ نهر جو شفاف پاڻي نهايت آهستي مست خرامي سان جهومندو جهمڪندو پيچ و تاب ڪائيندو وهي رهيو آهي. چَڪوِي ۽ چَڪوو بہ پڪي هڪ هن گپ ٻيو هُن پروينا آهن. هي ويچارا پکي ايترا تہ اياڻا آهن، جو هڪٻئي جي تانگهہ تڪيءَ ۾ هُو هُتان پَرڙا ساهي تو ۽ هي هِتان ڪنپڙاتيون هٽي تو مِلڻ جي اُڪير ويهڻ نٿي ڏئي. وچ تي ملي بہ نٿا سگهن. هُو هُن پَر ۽ هي هِن پَر وڃي تا نڪرن ۽ انهيءَ اُڏامڪ ۽ اڪُير ۾ لڳا پيا آهن. پَريان پر واري بهار بَدامن باغ جي سهائيندڙ سائي جهُڳتي ۾ ڪوئل ڪوڪون ڪري رهي آهي. ساوڻ جي سُرمائي ڪڪرن جي گجگوڙ ۽ وڄ جي چمڪاٽ کان بيتاب ٿي پپيهو (جنهن کي اسين تاڙو) چوندا آهيون، پِيوُ... پيوُ تنواري رهيو آهي. بادشاهہ اُنهن نوراني نظارن جو لطف وٺي ٿورو اڳتي هليو تہ آسُر جي مهل تي چُڪي هئي، غريب ڳوٺاڻي عورت چَڪي پيهي رهي هئي ۽ سند س ننڍڙو ٻار 'اوئان اوئان' ڪري روئي رهيو هو. بادشاهہ اُنهن من موهيندڙ مناظر کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ صبح جو دربار ۾ اديبن اڳيان اچي اها سوڪڙي رکيائين تہ:

رين پڪارن پانچ چٽي، ري رين پڪارن پانچ چٽي

سگهڙن سالڪن مختلف طبع آزمائون ڪيون، نيٺ هڪ سالڪ صحيح ڳالهہ سلي تہ:

چڪوا چڪوي دو چٽي، ڪوئل بولي بيچ وٽي،

بالڪ روئي ٻاجهہ ٽٽي، پپيها بولي گهٽي.

اهڙيءَ طرح اسانجي سنڌي سگهڙن بہ ڪين گهٽايو آهي. خود مٿيون شعر بہ ڪنهن سنڌي سگهڙ جو معلوم پيو ٿئي، جيئن "چٽا گهٽا" "وٽ- ٽٹ" سنڌي الفاظ آهن. ڏٺ جون ڳجهارتون تہ عام آهن ۽ ڏٺ بہ

ڳجهارت جو قسم آهي. پر ڪا ڳالهه مثال ڏسي اُن تي سگهڙ ٻڌندا آهن ۽ اڪثر شعر جي صورت ۾ چٽبي آهي.•

هڪ شعر ڏِٺ تي سٽايان ٿو جو شعر تہ تمام وڏو آهي، پر مختصر لکان ٿو. ڏِٺ آهي تہ:

"ڪُتيو ويٺي ڪُتي، يارو ڪتيو ويٺي ڪُتي."

هڪ سگهڙ اهو بند اچي گويا مصرع طرح وانگر سنگت اڳيان سوکڙي رکيو. ڪچهري ۾ اڳيان بہ سگهڙن جي سَٽ سَٽيل هئي. اُنهن مان هڪڙي هامَ هنئي تہ:

ٻِج ٻَرائي ٻَنيءَ ۾، ڪنهن چانئِل وِڏو چِٽي،
هاڙپ ٻوڙو سَر تيو ۽ ڦلاريو تو ڦُٽي،
مَتان تنهن کي ڪُتيو ڪُتي.

چي نہ ڙي يار- ڪُتيو ويٺي ڪُتي- وري ٻئي وراڻيو تہ:

ڪاريءَ ٻوريءَ آنُ ڪڍيو ٻچڙ ويٺي ٻُڪي،
چِڙيو چِنڊيو رکي جَنڊ تي، تنهن مان اُن ڪُتي،
متان تنهن تان ڪتيو ڪُتي.

چي نہ ڪو ڙي يار- اجا بہ ڪُتيو ڪُتي. وري ٽئين وراڻيو تہ:

سَنهي سُئيءَ سَو ڪنيائين، ڪوڏيءَ متي چِٽي،
آيس مڙس وڏائين ڪُتي، تنهن تان روئي پٽي.

چي نہ وو يار اجان بہ ڪتيو ڪُتي- تڏهن وري چوٿين چاهہ مان چپ چوريا:

لَج يري لجٽي پُوٽي گهر نہ گتي،
بديعل جو ٻهانو ڪيو، متان سيفل لئہ سر سَٽي.

---

• هتي هڪ ڏٺ جو مثال ڏنل هو پر اصل مواد جو پنو ڦاٽل هو ۽ مقصد سمجهہ ۾ نہ پئي آيو جيڪو ڪاٽيو ويو آهي (سهيڙيندڙ)

تڏهن بہ چئي تہ نہ ڪوڙي ادا اچا بہ ڪٽيو وبني ڪُتي. نيٺ پنجين پهلوان هٽي وچي هنڌ ڪيو ۽ چيائين تہ:

جيري مٿي جُنگ پڪا ۽ يار لاءِ يَڪي،
گِهہ ۽ مصري گڏ ڪيو وچي وجهيو وَٽي،
سوڙهيءَ گهٽي سپرين مٿان جهٽي ڪاري ڪُتي،
تنهن تان ڪُٽيو ڪُتي.

واه واه ٿي وئي، ڳجهارت پجي پئي، ڪچهري ڪوچ ٿي. حقيقت چا هئي تہ هڪ وينگس ورنهہ نرمل ناري ڪُتي پنهنجي يار لاءِ ڪنيو پئي وئي تہ سوڙهي گهٽي جي وَڪڙ ۾ ڪنهن چور ڪُتي جو جهٽ هنيس تہ وٽو هٿ مان ڇڏائي ويس ۽ سموري ڪُتي هارجي وئي. جنهن تان مائي لڳي مُنهن مٿو ۽ سَترون ڪُٽڻ. ڪو سگهڙ بہ ڪيس سوڙهو ٿي بيٺل هو جنهن سمورو حال بيني اکين ڏٺو ۽ اچي سهٽن اڳيان سوڪڙي سليائين تہ ’ڪٽيو وبني ڪُتي‘.

اهي هئا اسان جي سنڌ جا اڳوڻا سگهڙ جن بيون بہ ڪئين ڏِنون، ڏور ۽ ڳجهارتون ناهي ڇڏيون. هي تہ مثال خاطر پيش ڪيم. آهي ڪو هينئر اهڙو سگهڙ؟



# ڏول مارو

ڀھراڙيءَ وارن جون ڪچھريون بہ عجيب آهن؟ ڪنھن ھِر ھير يا چَنِي چَپر ۾ رنگ رچايو وينا ھوندا آهن. ۽ ڏورانھن بيٺن ڳالھين ڳجھارتن جي ھونگ پئي ھلندي آھي.

هڪ دفعي پنھنجي ڪم سانگي جمڙائو واھہ جي ڀاڄي موريءَ جي پرسان ويس. اُتي سيد عالي شاھہ دعوت جھلي. رات جو آس پاس جا مريد ۽ راڄ وارا اچي گڏ ٿيا. يڪتارا، گھڙا، نڙ بيت، ڪافيون ۽ ڪلام شروع ٿي ويا. اوائلي سيارو. ٿڌا ٿڌا سِيءُ. هڪ وڏي وَڻ جو اولو ھيو مچ جو مزو. ھر ڪو پنھنجي موج ۾ مست. ڪچھريءَ بہ ڏاڍو گَٽُ ڪيو. تان جو محمد ماڇيءَ جو وارو آيو. محمد 'ڏول مارو' جي ڳالھہ ڪڻندو ھو. سو بہ پنھنجي سازن ۽ سنگت سان شروع ٿيو. ھڪ ھوس آواز بلند ۽ منو ھيو وري رات جي نِوائي، ٽيون سُريلي سنگت ۽ سازن جو ساٿ. سو ڳالھہ اھڙو تہ رَسُ رَچايو جو چِيَهہ چِني چِڏيائين. صبح سان ڳالھہ قلمبند ڪري مزيد مرچ مصالحا لڳائي رسالہ عام راءِ 1951ع ۾ ھين رسالن معرفت سڄڻ اڳيان سَلَيم ۽ ھِت وري ھميشہ لاءِ يادگار طرح مرقوم ڪيان ٿو.

تاريخي واقعو تہ الائي ڪيئن ۽ ڪيترو آھي، مگر مون جيئن عوامي طرح ٻڌو آھي، تيئن پيش ڪيان ٿو. ڳالھين جا ڳھير ۽ ڪچھرين جا ڪوڏيا، جڏھن ڪنھن مجلس ۾ ميڙ ڪري اچي رھاڻين جو رَسُ رچائيندا

آهن. تڏهن ڳالهه ڪٽندڙ کي چوندا ته: "هائو ادا... جِيءُ جيءُ..." اڳيان ڳالهه ڪٽندڙ چوندو ته: "مِنو ڪير پيءُ... جُڙيو تنهنجو جيءُ، ماڻي جنت جو ويءُ" وغيره... محمد به انهيءَ موج سان هن ريت ڳالهه شروع ڪئي ته:

ٿر ملڪ ۾ راجا 'انيراءِ' جي وَسِيڻ اچي ڏڪار پيو. راجا سڄي راڄ کي گهرائي صلاح ڪئي ته به تي ڏينهن سانگ جا هلي ڪنهن ٻئي ڏيهه ڳتيون ته بهتر. سڄي شهر کي اها ڳالهه وڻي ۽ مال متاع ڪاهي نڪري پيا هڪڙي طرف. نيٺ ڪاهيندا ڪشيندا تورين گهٽين ڏينهن اچي 'راءِ پنگڙ' راجا جي مُلڪ ۾ نڪتا. مُلڪ سُڪيو ستابو نظر آين. وسڪارو تازو ٿيل هو. مال جو چراهو جام هو. اَنُ سستو ديس جا ماڻهو محبتي. اُتي هنن به ڪٽي خيما کوڙيا. ڪي چار ڇگا لنگهي ويا راجا راءِ پنگڙ وٽ. اُن سان اندر جو احوال اوريائون. راجا به چڱو آڌر ڀاءُ ڪيُن. هي به سُک جو سانگ گذارڻ لڳا.

ڳالهيون سگهيون ٿين. ڏينهن پنهنجي مُدا تي گذرن. وقت گذرندو ويو. بسنت بهار جي مُند آئي. جهنگلن ۾ جهرمر قل تڙي گلزار ٿي پيا. ڪيٺ ڪڙي ڪُهنبا ٿي ويا. چيٽن جي چانڊوڻ لڳي وئي. هر طرف کان ساوڪن ۽ خوشبوئن جا هبڪار لڳي ويا. منگتن مڱڻهارن جو دستور هوندو آهي ته بسنت بهار جي موسم ۾ ڪِينرو (سُرندو) کُلهي ڪري پِتل جي گڏوڻ (لوٽي) ۾ سَرنهن تورئي وغيره جا ساوا سُرها سهڻا گُل وجهي بادشاهن ۽ اميرن جي در تي وڃي راڳ ڳائيندا آهن. ۽ موسم بهار جون واڌايون ڏئي ٻِکيا ۽ دانُ گهرندا آهن.

مونکي چٽي يادگيري آهي ته ويچارو جڙيو فقير ميراثي بسنت جي مُند ۾ سرنهَن جي سُرهن گلن جو گلدستو ٺاهي، پيتلي لوٽي ۾ وجهي سارنگي ڪٽي پهرين اچي درگاهه جي چونڪي ڏيندو هو. قبله حضرت بابا سائين جي اڳيان حاضري ڀريندو هو ۽ خاص ڪري بسنت راڳ ۽ بسنت متعلق بيت ڏوهيڙا ۽ دعائيه ڪافيون وغيره ڳائيندو هو. قبله بابا سائين به کيس گهڻو ئي دانُ ڏيندا هئا. پوءِ مرحوم ڦهري پوندو هو. شهر جي چڱن مڙسن ۽ سيڻين ڏي

سو راجا انيراءِ سان بہ هو ڪو منگتو فقير گڏ. تنهن بہ مُند ساري پنهنجو تہ راج پنيائين، پر پوءِ ڪاهي پيو راءِ پنگڙ جي راج ۾. فقير ڪو روح ڪٿي ٿو پِنڻ ڪان پالهو رهي. نيٺ ساڳيو سُرندو ساڻ ڪري هڪ ڏينهن وڃي راءِ پنگڙ جي در تي سَين هنيائين. نندڙا ٻار ساز جي منڙي آواز تي ڏاڍا خوش ٿيندا آهن. نندڙي وَهي هر ڪنهن ڪان وئي آهي. سبحان الله! عجيب زمانو آهي اهو بہ. نہ سُک جي سِڪ نہ ڏک جي ڏؤ. نہ ڏِو جي ڳڻتي نہ ٻُک جو ڀؤ. نہ دشمن جو ڊپ نہ سڄڻن جو سور. اُيري تہ ڇا، جي لَهي تہ ڇا؟ سڄو ڏينهن هڪ جيڏن سان راند روند، ڊُڪ ڊوڙ. هتي هڪ بيت ياد آيو تہ اٿم تہ نورچشم نبي بخش کي هڪ ڏينهن ٿڦڙ هنيم. تہ روئڻ لڳو. شفقت پدري، وري ريجهايومانس تہ جهٽ پٽ کلڻ لڳو. مون في الوقت هي شعر چيو تہ:

عجيب آهي طبيعت ٻارڙي جي، جو جهٽ روئي وري جهٽ ۾ کلي ٿو
رهي ٿو دوست ۽ دشمن سان يڪسان، پرائي پنهنجي سان مُرڪي ملي ٿو

مطلب تہ سُرندي جي سُريلي ۽ ٻاجهاري ٻوليءَ تي راجا جا ٻارڙا بہ ٻاهر نڪري آيا. راءِ پنگڙ جي ڌيءَ مارُل نهايت سهڻي هئي. اُها جڏهن منگتي فقير ڏٺي تہ اڳيون اڳي ويس تہ پويون ويس پوءِ. معصوم مارل جي ملوڪ مهانڊي ۽ مُهڻي صورت، مڱڻهار فقير کي موهي ڇڏيو ۽ انيراءِ کي اچي چيائين تہ مارل، ڍول مارو جي مرڪ آهي ۽ ڪيس ئي سُهائي ٿي. جهڙو آهي چوڪرو ڇتيهہ لکڻو تهڙي آهي، نازڪ ناري بہ نَولکي. انيراءِ وراٽيو تہ: ”فقير پاڻ آهيون پرديسي ۽ راءِ پنگڙ آهي، هتي جو راجا، پوءِ ڪم ڪيئن ٿهندو. جو راجا کي چئي سگهون؟“ فقير چيو تہ: ”چوندس آءٌ پاڻهي، باقي مونکي صرف سونَ جو نندڙو هَرُ پانجاري ۽ چانديءَ جو جوڙو ٺهرائي ڏي. هتي ... ڏنُ تہ گهڻو ئي هو. حڪم جي دير هئي، ڪم تيار ٿي ويو. منگتي ڇا ڪيو جو هر پانجاري جوڙي سوڏي بگريءَ ۾ وجهي، سرندو ساڻ ڪڻي، اچي راءِ پنگڙ جي ڪچهري ۾ ڪڙڪيو. رس رهاڻين سان راجا کي ريجهائي هري هري ڪري هَر پانجاري ڪڍي ڪڻي راجا جي اڳيان رکيائين. راجا راز

رمز جي ڳجهارت ڳرهي ورتي. گار ملٽي هئي سا مِلي وئي. وزير سان صلاح مصلحت ڪرڻ بعد راجا مائٽي منظور ڪئي. منگتي کي وڏائي ملي. سارنگئي سرهائيءَ مان اچي پنهنجي راجا کي خوشيءَ جون ڪيرون ڏنيون. هاڻ راءِ پنگڙ ۽ انيراءِ مان ويچو نڪري ويو ۽ گهڻو گائل مائل ٿي ويا ۽ چوڪرو چوڪري به گڏ پڙهڻ لڳا.

هڪ دفعي جڏهن پنڊت وٽان پڙهي ٻار واپس وريا ته ڳوٺ پَران ڍول مارو پيشاب ڪرڻ لڳو ۽ پيشاب جا ڦڙا اچي پيرن تي پيس. جنهن تان مارل چابڪ هڻي ڪڍيس ته ايترو انديشو به ڪونه اٿئي، جو پيشاب سان پيو پليد ٿين؟ اوچتي ڏڪ لڳڻ تي ڍول مارو ڪان رڙ نڪري وئي. پُٽ جي رڙ تي پيءُ پڇي آيو ۽ پڇيائينس ته:

ڪنهن ته توکي آ ماريو بابا، ڪنهن ويڻ چيا توکي وير.
سِسي لٽايانس سيگهه مان، اڪاري سمنڊ جي سير.

آسروندي ڍول مارو- لج وندي ڍول مارو- ڍول ڙي سينهو ڍولي. تنهن وقت ڍول مارو به سنيالي ويو ۽ ويچارو وهم ۾ پئجي ويو ته پنهنجي پريتڻي جو ڪيئن نالو وٺان، جنهن سوچي هي جواب ڏنو ته:

ڪنهن نه مونکي ماريو بابا، ڪنهن ويڻ نه چيا مونکي وير.
ساٿيهه پنهنجو ساريم تڏهن نيڻن وهايم نير.
آسروندي ڍول مارو

آسروندي- واري اُٿلاٽي ڳالهه ڪٽندڙ وڏي بلند ۽ مٺي آواز سان هر هڪ بيت جي پٺيان ڏيندو ايندو آهي.

جنهن وقت انيراءِ اها ڳالهه ٻڌي، تڏهن چيائين ته مار.. اسين وڏا به پنهنجو وطن وساريو ويٺا آهيون ۽ هن ٻالڪ کان اجا ساٿيهه جي سڪ نه وئي آهي؟

چوندا آهن ته 'سانگي ۽ ساٿيهه ڪنهن آٽاسي کي وسرندو'. هاڻ هنن به ڪئي واپس ورڻ واري ۽ يارن سنگتين کان موڪلائي توڪلائي، سَهي سنبري نڪتا ۽ ٿوري گهڻي ڏينهن ڪهندا ڪاهيندا اچي پنهنجي پُرِنءِ پيڙا ٿيا. ڍول مارو ۽ مارل به اج ننڍا صبحاڻ وڏا 'ڳالهيون جهٽ ٿين

ڏينهن پنهنجي مُدا تي گذرن، نيٺ اچي ساماٽا ۽ جوان ٿيا. سندن مائٽن خيال ڪيو تہ پري جون مائٽيون ڪير سنڀاليندو؟ سنڌوريندو ۽ ڪير پيو ڏيهہ ڏوريندو ٻار ننڍا هئا. ڳالهہ وسري وئي هوندن؟ سو ٻنهيءَ کي وري سيهي سَٺي سان مڱائي ڇڏيائون ۽ شادين جون تياريون ڪرڻ لڳا تہ ڍول مارو کي ڪنهن ڳوناٽي عورت طعنو هنيو تہ (طعنو تنڪو عورت جي فطرت ۾ شامل آهي) 'تون راءِ پنگڙ راجا جي ڌيءَ مارُل سان منڱيل آهين. اُها ڇڏي وري هٿ ٿو مڱجين؟ ٻنهي ۽ وني پاڙئي جي پيلبي آهي، مڙس مَڱ لاءِ مري بہ مٿو ڏيندا آهن.' اهو طعنو ٻڌي ڍول جو سُڪ ڦٽي ويو ۽ پيءَ کي چيائين تہ: "بابا آءُ پنهنجي مَڱ ڳولي لهندس". اڳيان مرد بہ مرم وارا هوندا هئا. طعني لڳڻ تي سِر جي سَٽ بہ ڏيندا هئا ۽ هونئن بہ 'طعنو سورهيہ کي لڳي، گانڊوءَ طعنو تانَ'.

هاڻ هتان ڍول مارو بہ سهي سنيري لشڪر سپاهہ وٺي مارو جو ملڪ پڇائيندو ڳهندو اچي اُن ملڪ ۾ پهتو جنهن ملڪ جي راجا سان سنديس مَڱ مارل مڱائي ڇڏي هئائون. شاديءَ جا ڏينهن مقرر هئا ۽ راجا هليو هو راڻي ماڻڻ. اُن راجا جي پيڻ ڦند پڪيڙي پاڻ کي ملڪ ۾ مارل مشهور ڪرايو هو ۽ ماڻهو پڪيڙي ڇڏيا هئائين تہ ڍول مارو مليوَ تہ ان کي منهنجي نالي ٻڌائجو تہ مارل اها آهي. نيٺ ڍول مارو بہ هنن جي ڦندي ۾ ڦاسي ويو ۽ اُن ڏوتيءَ کي مارل سمجهي شرابن ڪبابن راڳن رنگن ۾ محو ٿي ويو. هوڏانهن مارل بہ هڪ رات خواب لڌو تہ منهنجو اصلي مڱيندو ولائتان ڪهي آيو آهي. اسين پاڻ ۾ مليا آهيون. محبتون ۽ مزا ماڻيا اٿئون. انهيءَ خوشي ۾ جو آرس ڀڳائين تہ ڪٽ جي ايس ڀڃي پئي. صبح جو پيءُ ڏي پيغام مُڪائين تہ مون پنهنجو سچو پچو مڙس رات سَپني ۾ ڏٺو آهي ۽ آءُ پنهنجو وَرُ ووڙي لهنديس. ۽ هي جيڪو اوهين ٽا ڪانڌ ڪامڻ کي ڏيو اهو منهنجو مڙس ناهي ۽ آءُ اهو وَر ڪانہ ڪنديس، ۽ نياپي طور هي بيت ڏياري مُڪائين تہ:

ڪونجن ٽوليون ٽوليون ڪونجن ٽولي ٽِيس،
سُتي مون گهوٽ سنڀاليو آرس ڀڳڙي ايس.

شاهہ صاحب جي رسالي سُر ڍول مارو ۾ هيئين ريت چيل آهي تہ:

ڪونجان رات ڪريرئو ٽولي ٽولي ٻيس،
سُتي ڍول سنيريو موري اُرلي ياڳي اِيس.

راجا خيال ڪيو ته نينگريءَ کي آر تي پٽي آهي، سو ٻانيڻ کي سمجهائي مُڪائين ته تون وڃ ۽ وڃي به تي ڏينهن ٻاهر گذاري اچي چئج ته پتو ڪونه پيو الائي ڪٿي آهي، ته من مارل جو مُنهن ٿري وڃي. پر مارل به هئي، سياڻي سمجهدار تنهن چوائي موڪليو ته بابا! ٻانيڻ آلڪي يعني ڪانءُ جي ذات آهي، سو نه موڪليو ۽ مڱڻهار فقير موڪليو ته منگتو آهي، پنندو ڪائيندو ڏيهه ڏوريندو ويندو. نڪو الله جو نام ڪُٺي ۽ نڪو منگتو ٽڪي ۽ هي بيت مڪائين:

بابل ٻانيڻ نا مُنجو ٻانيڻ آلڪي ذات،
مارل مُنجو منگتو مونکي ڪانڌ جاڳايو رات.

هاڻ منگتو آيو جنهن کي مارل، ڍول ڏي نياپو ڏنو جنهن ۾ پهريون بيت مٿيون ڪونجن وارو ڏئي خواب جي ڪَري خبر ٻڌايائين. ٻيو بيت ٻانيڻ وارو ڏنائين ۽ ٽيون بيت هي ڏئي موڪليائين ته:

جَوَ جيڏي پرٽيون ڍول مارو تون تِر جيڏي تاٽي،
هاڻ اُرهه نه ماپي ڳنجرو توکي الله شل آٽي.

يعني تون مونسان تڏهن پرٽيو هئين، جڏهن جَوَ جيڏي ۽ تِر موافق هيس ۽ هينئر اها حالت آهي، جو جوانيءَ ۽ جوڀن بي جوش ۽ جوت ڪان سيني جي اُڀار ڪان اُرهه ۾ ڪنجرو به نٿو ماپي.

ڪنجرو اُرهه ۾ نه ماپڻ جي مثال تي هِت هڪ خان خانان جو شعر ياد آيو اتم جنهن اُرهه جي حسنِ بيخبر جو نقشو ڪهڙي حَسين پيرايي سان چٽيو اٿس:

بار بار درجن گهر جهگڑت ٹهارہ،
جوئی جوئی انگیا سیوت ہوئی سوئی کاڑہ۔

يعني هوءَ حسين ڇوڪري روزانه درزيءَ سان جهيڙو تي ڪري ته: 'آءُ روز توکي پنهنجي آنگي (ڇوتي چولي کي چئبو آهي) ڍري ڪرڻ لاءِ ڏيان ٿي ۽ تون جڏهن به آنگي سبين ٿو ته هميشه تنگ ڪريو ڇڏين.' الا الا! هُن ببخبر

روز ۽ وڃارو ته هوءَ آهي؟ ڏوهہ کھڙو ۾ اُن جو درزيءَ تہ ٻڏائي ڪير ڪي حسينہ
باغ ۾ سينو اُڀرندڙ ,شباب جوشِ تنهنجو ئي مگر چڙهي کريو ٻيرو ڪي انگيءَ
ڏين. تا نٽا ڪرڻ ٻيرو ۾ چڙهين ڪريو تنگ ڪي هُن انار ٽدندڙ و ٻہ جا حسن
منهنجي تہ هاڻ تہ موڪليو چوائي ڏي ٻول ٻہ مارل وانگر مثال ٽئين
سرسبز جي مُند مستاني هن تہ اچ سگهو تون ماپي نٽو ٻہ ڪنجرو ۾ اُرهہ
چاٽڪ هيءَ ۾ بيت چوٿين وٽر .ماٽيون مزا ۾ کائون ميوا ملي جا باغ اُڀرندڙ
ٻہ هٽي مڪائين تہ:

آڀُون ڪانچ ٻہ ڪاچڙا ڪِيري ۾ کائجن،
ڪڻ پچي مٿي ڪانهيلو پوءِ تا ڏاکر ڏاند چرن.

ڪٽڪ، جوئر، ٻاجهري وغيره پوک جا گچڙا آڀُون ڏاڍا لذيذ ۽
ڪيرائتا ٿيندا آهن. مارل ٻہ پنهنجي ڪنوارپڻ ۾ دوشيزگي جو ٿال گچڙن
آڀُن سان ڏنو آهي، ۽ چئيس ٿي تہ ڪچڙن ۾ ڪيرائتن آڀُن جهڙو مزو سُڪل
پڪل اَنَ ۾ ڪونہ هوندو آهي، ڇو تہ اهي ڏاندن چرڻ جي لائق هوندا آهن. يعني
ننڍڙي نازڪ جواني ۾ نوخيز حسن و شباب جو مزو پوڙهائپ ۾ ڪو نہ ايندو.
تنهنڪري سگهو اچ. وري هي هيٺيون بيت آخرين طرح سفير ڪري
مُڪائين تہ سرءَ جي موسم اچي وئي آهي. سَرَ مورجي ويا آهن ۽ ڪانهَہ
نِسري ويا آهن، ۽ هِٽ هارين هَر سنڀايا آٿئي ۽ ٻنيءَ کي ٻہ ٻج جي ضرورت
آهي، جنهن جو مقصد تہ آءُ ساماٽجي وئي آهيان. جوانيءَ جي بهار اچي وئي
آهي ۽ شباب جا سَرَ مورجي ويا آهن، ۽ هارين ٻہ هَر سنڀ'هيا اٿئي. يعني ٻين
راجائن ٻہ منهنجي گُهر ڪئي آهي ۽ ٻني ٻہ ٻج ٿي گهري، يعني مونکي ٻہ
تنهنجي وصال جي سخت ضرورت آهي نہ تہ لاچار ٻين جي حوالي ٿي
ويندس تنهنڪري جلدي اچ. بيت هي آهي:

سرءَ لڳي سَرَ موريا، ٻيا نسريا ڪانهہَ ٻہ نِجُ،
هِٽ هارين هَرَ سنڀاهيا ۽ ٻني ٻہ گهري ٿي ٻج.

مارُل اهي نينهن جا نياپا منگتي کي ڏيئي روانو ڪيو. منگتو فقير ٻہ
پنندو کائيندو گهندو گهندو نيٺ اچي انهيءَ پُونءَ پيڙو ٿيو جتي ڍول مارو مارل

جي پولي تي مارواڙڻ سان محبت جي موج مچايو وينو هو. سچ لهڻ جي مهل هئي، نقير بہ وڃي سَين هنئي، قسمت اهو گهر بہ ڪنهن گهتي منگتي جو هو. خوش ڪيڪار حال احوال بعد روٽي ٻاٽي کائي ڳوٺاڻا فقير ساز سُرندا ڪٺي مارواڙڻ جي محفل ڏي سنبريا تہ مارل واري موڪليل مسافر منگتي پڇين تہ: ”آبا ڪيڏانهن تا وڃو؟“ هنن سچي حقيقت آيل فقير کي ٻڌائي ۽ چيائون تہ مارواڙڻ ۽ مارو کي روز راڳ ٻڌائڻ ويندا آهيون. هينئر بہ اوڏانهن تا وڃون. فقير مسافر چين تہ: ”بابا مونکي بہ وٺيو هلو. آءُ بہ راڳ ڳائيندو آهيان“. نيٺ سيئي گڏجي ڪچهري ۾ آيا، واري سان هرڪو ڳائيندو آيو. مهمان فقير کي بہ وارو مليو جنهن بہ پنهنجو ساز ساهي سنباهي آواز تي سُر سُر سان ملائي پهريون بيت ڪونجن وارو ڏنو تہ:

ڪونجن تُوليون تُوليون ڪونجن تولي ٽِيس،
سُتي مون گهوٽ سنيااليو آرس پڳڙي ايس.

ڍول مارو تہ شوق شراب ڪوڏ ڪباب ۽ راڳ رباب ۾ محو ۽ سگن مست هو جنهن کي تہ ڪابہ حبر ڪانہ هئي، پر مارواڙڻ ڳن ڪڙا ڪيا، سمجهيائين تہ اڄ ڪو وريو آهي وانگي؟ منگتي بہ صحيح ڪيو تہ موچڙا تہ اِجهي ڪين اجهي آيا، پر پيغام تہ پهچائڻو آهي. تنهن سَتُ سنيالي ڳن تي هٿ رکي ٻيو بيت 'ٻانيڙ' وارو ڏنو ۽ جڏهن سُر کي ڇڪي ٽيون بيت:

جَوَ جيڏي پرٽيون ڍول مارو، تون تِر جيڏي تاٽي،
هاڻ اُرهہ نہ ماپي گنجرو، توکي الله شل آٽي.

ڏنائين تہ مارواڙڻ جي موچڙن جو منگتي جي مٿان مينهن وسي ويو. اُتي ڍول مارو بہ چرڪ ڀري اک پٽي تہ ڀيلي آهي تہ ڪو شايد منهنجو خابرو. پوءِ تہ سَربستو تير پتير احوال پڇيائينس ۽ تياري لاءِ تڪڙو وهٽ ووڙڻ لڳو. اتي ڪن ماڻهن چيس تہ لَهر نالي ڏاچي روز هڪ سو ڪوهہ پنڌ ڪري چَندن جا وَڻ چري واپس وٽاڻ ورندي هئي (جيئن راٽي جو ڏاگهو بہ عمرڪوٽ مان رات جو روزانو مومل وٽ ڪاڪ تان ٿي واپس ايندو هو). ان لَهر ڏاچيءَ جو توڏو توکي جهٽ اُتي رَسائيندو. نيٺ صبح جو اُٺن جا ساز ڪٺي ڍول مارو بہ تڙ تي آيو ۽ توڏن ڏي نهاري هي بيت ڏنائين تہ:

ڪنهن ڳل ٻڌان ڳهنگهرُو ڪنهن ڳل ٻڌان لَڄ،
لَهر پيٽون جو ليٽيو سو پرين ملائيندو اڄ.

لَهر ڏاڇي جي توڏي تنوار ڪري اچي ڍول مارو تہ جي ڳلهي ڳاٺُ ڊريو ۽ چيائين تہ:

مون ڳل ٻڌج ڳهنگهرُو مون ڳل ٻڌج لَڄ،
لَهر پيٽئون آءُ ليٽس، توکي پرين ملايان اَڄ.

ڍول مارو ڏٺو تہ هن کان مَيا متارا تہ ٻيا آهن. هي متان چٽر تو ڪري، تنهنڪري چنبيائينس تہ:

ايڏن مَيَن ڪِينَ ٻوليو تو ڪِيئن ٻوليو توڏَ،
تنگ چِڪيندي ٿُون مَرين، ٽُنهنجون آکيون پٽيندا روڏَ.

تڏهن توڏو بہ وچي چَرڻ لڳو ۽ مارواڙڻ بہ خيال ڪيو تہ توڏي کي ڪو اشارو ڏيان تہ ڍول وچڙ کان ولهور رهجي وڃي، سو اچي توڏي کي چونگ ڏنائين تہ توڏو بہ تَنگ ڪٽي ٻيهي رهيو. اتي ڪي چار سچڻ ڍول جا بہ هئا، انهن چيس تہ توڏو توکي اڄ ئي اُتي رسائيندو ۽ مَندَ کان ڏنپ ٿنپ آهي. وٺو تہ ڏنپ ڏيونس تہ چاڪ ٿي ويندو. اتي مارواڙڻ کي بہ اُلڪو ٿي پيو تہ توڏو نہ مري پوي، سو بيت جي ٻهاني ڍول مارو ۽ توڏي ٻنهي کي سمجهاڻي ڏنائين تہ:

مارو اسانجي ملڪ ۾ سوبن مَيا تہ چَرن،
پر ڳرهل ٿئي نہ ڪوهڙو ٻيا گڏهڙا ڏنيجن.

دستور هوندو آهي تہ اُٺ جي پاران سندس اڳيان جهونا جَت گڏهہ کي ڏنپيندا آهن ۽ اُن هراس ۾ سَوڻ جي ڪري اُٺ چاڪ ٿي ويندو آهي ۽ اهو سَوڻ اچا تائين ڪندا ايندا آهن. هاڻ توڏو بہ تيار ٿيو ۽ ڍول مارو بہ اچي توڏي کي پلاڻيو. جڏهن تنگ چِڪيائين تہ توڏي تنواريو تہ:

چِڪي ٻڌ تنگ ڍول مارو چِڪي تون ٻڌج پڳ،
ڍريون ڇڏج مهارون، توکي پرين ملايان اڄ.

نيٺ ڍول مارو سَهي سنيري موڪلائي چانگي سر چڙهي توڏي جون مهارون ٽڪيون ۽ مارل جي محبت ۾ واءُ سان ڳالهيون ڪندو اچي شام

ڏاري راءِ پنگڙ جي ڳوٺ ٻاهران هڪ چار هيٺ لٿو. فقير ويو راجا کي خوشخبري رسائڻ. ڍول کي چار جي خماريل خوشبوءِ موهت بنائي ڇڏيو ۽ چار کي چيائين ته:

آڪ پتوڙيل ٻاوري ٿون ڪيئن نيلي چار؟

يعني، 'اي چار! تون ته سدائين آڪ جي پتوڙيل هوندي آهين ۽ تو مان ڏپ ايندي آهي، پر اهڙي مست ڪندڙ بوءِ تو مان ڪيئن ٿي اچي؟ تنهن تي چار وراڻي ڏنيس ته:

مون هيٺ مارل ويٺڙي، تون جهلي گرهل چار

اُتي مڙس ڦوڪجي ڪاوڙجي اتي ئي سمهي پيو ته مارل اهڙي ٿي آهي جو پٽي ٻاهر گهمي ڦري؟ نيٺ فقير اچي جاڳايس ۽ چيائين ته: 'سائين خير ته آهي، اتي ئي سمهي پيا آهيو؟ هل محلات ۾!!'. تڏهن ڍول مارو ميراثي کي چار واري ڳالهه ڪري ٻڌائي، جنهن تي فقير چيس ته: 'ڀلا راجا! ڪنهن سمي وسڪارا ججها ٿيا هئا. گام ٻڏو ٿي ۽ راجا راءِ پنگڙ ته ٿي ڏينهن اچي هنن متانهن پٽن تي ٿاڪُ ڪيو هو. مارل ننڍڙي هئي ۽ سندس پينگهه انهيءَ چار سان ٻڌل هئي، جنهن جي سُرهي ساهه جي هٻڪار سان چار واسجي وئي ۽ هميشه لاءِ هٻڪارجي وئي.' پوءِ مڙس اها ڳالهه ٻڌي اٿيو ۽ وڏي ڏام ڏوم سان دربار ۾ آيو. پيڙ تي ڏونڪو لڳو. دل پليد دشمن ڀڳو. ڏاڍي نٺ ناڻگر شان شوڪت سان شادي خانه آبادي ٿي. ورهين جي ويراڳ بعد نيٺ سهاڳ جي سدوري ساعت آئي. سوڻن سائن، راڳ رقص بعد رات ڍري ۽ ڍول راجا رنگ محل ۾ آيو ته مارل محبوبه ڪونج ڪنوار اوسيئڙي ۽ اُون ۾ ماڙيءَ تي پٽ جي شال تاڻيو سُتي پئي آهي. سندس ساهه ڪڻڻ سان حُسن شاهه جي قلعي جا ٻه مُشهد مينار بلوري بُرج جنبش ڪري رهيا آهن. چنڊ جي نوربيز چانڊوڪيءَ جي چمڪاٽ ڪان تارا ته آسمان جي ڪُنڊن ۾ ڇُپي ويا آهن، پر مارل جي هِيرَن سان مڙهيل شال جي چانڊوڻ تي اکين کي آسماني ستارن جو ڏوکو اچي رهيو آهي. سندس مُشڪين چندن جي سُرهي چوٽيءَ جي هٻڪار ڪان سارو اڱڻ سُرهاڻجي ۽ واسجي ويو آهي. ڍول

مارو خيال ڪيو ته سُتل سهاڳڻيءَ کي اوچتو اُٿاريندس ته متان چِڙڪ پوي‌س. تنهنڪري پلنگ جي پيرن کان ويهي هي بيت ڏنائين ته:

نئين نويلي سيپلي، ڏند ٻتيهه سر وات،
اُتي مارل تي سجاڳ، متان انگ لڳئي مرجات.

تڏهن مارل ڪونج جان ڪَرَ موڙي، مَنور مهتابي مُنهن تان پاند هٽائي، پنهنجي مُتبسم چنڊ جهڙي چمڪندڙ چهري سان مُرڪي ماروءَ کي موهه محبت ۽ نياز نوڙت سان هي جواب ڏنو ته:

پري ويهه نه ڍول مارو، هڙيون هنئين لڳ آڻ،
مارل تون پل ماڻئين، جيئن چڪڙي زين ڪماڻ.

نيٺ عاشق معشوق سالن جا سڪايل وڏي چَس چاهه ۽ سڪ سوز مان هڪ ٻئي کي ڀڪين پيا. متان چنڊ مُرڪي هڪ ننڍي ڪڪري جي آڙ اوٽ ۾ اُتان لِڪي لِيا پائڻ لڳو. ستارن سرور جا ساز ڇيڙيا. فضا مسرت جو راڳ جهونگهاريو سرمست هوا وصال جو تارُ وڄايو. ڪوئل دور فلڪ بوس ٻهاڙين جي دامن ۾ 'ڪو ڪو' ڪئي. تاڙي بادلن جي ٻهاريءَ ۾ 'تون تون' تنواريو ۽ مور مگن مست تي نينهن جو ناچ نچندي ملهار ڳايو. فضا خاموش تي وئي ۽ ٿڌڙي رات شبنم جي ٿڌاڻ سان مزيد ڪيف سرور طاري ڪيو. اوچتو وصال جي دشمن مرغِ سحر اذان صبح ڏني. ٿوري دير بعد سورج ديوتا به ايرڻ شرط مشڪندو آيو. هي نوخيز جوڙو شبِ عروسي جا مزا ماڻي نيڻ ۾ حجاب و حيا نوشي ۽ خمار جا اڻ کٽ خزانا کڻي غسل خاني ڏي روانو ٿيو. ٻانهي ريشمي چادر جا گهُنج ڪيندي دل ۾ کلي رهي هئي شايد هُن ويچاريءَ کي به پنهنجي پرڻي جي پهرين پُر لطف رات ياد اچي رهي هئي ۽ پلنگ پکڙيل مروڙيل ۽ منتشر گلڙن کي ميڙي رهي هئي. 'جهڙا ميڙا انهن جا، تهڙا جڳ جهان جا'.

٭

ڪهاڻي

# غريب جي عيد•

غريبن جي لاءِ دنيا ۾ آرام ناهي،
ادا عيد پڻ تن لاءِ ماتام آهي.

(عارف المولى)

”بابا! سڀاڻي عيد آهي ۽ آءٌ سنا ڪپڙا پائيندس.“ رمضان شريف جي آخري تاريخ جي رومان خيز صبح جو رشيد معصومانه انداز ۾ جذبات آميز لهجي ۾ مٽيان آرزو مندانه الفاظ پنهنجي مشفق مگر بيمار پيءُ جي ڪٽ وٽ ويهي چوڻ لڳو.

حنيف محمود، تقريباً مهيني کن جي سخت بيماريءَ ڪاڻ بعد هاڻ ڪجهه گهمڻ ڦرڻ جهڙو ٿيو هو. گهر وارا سندس صحتيابي جي خوشي ملهائي رهيا هئا. رسمي طور محمود به خوش هو پر هُن جي خوشي غم سان ڀرپور هئي ۽ سندس مسڪراهٽ مان به روئڻ جا آثار نمايان آهن. سندس مسروري ۾ رنجورلي سمايل آهي. اڄ هن جي گهر ۾ ايترو اتو به نه آهي، جو فقط معصوم رشيد جو بکيو پيٽ ڀري سگهي ۽ نه وري ڪو پئسو به بچت ۾ آهي، جو ڪجهه بازار مان خريدي اچي. ويچارو مزدور ته اڳيئي هو ويتر جيڪا ميڙي چونڊي گهر ۾ هئي، سا سڀ سندس بيماري تي خرچ ٿي چُڪي هئي، سڀاڻي عيد جو احسن موقعو آهي. دنيا خوشين جا پروگرام مرتب

• 2 شعبان 1381 مطابق 6 اپريل 1952ع

ڪرڻ ۾ مشغول آهي، سُٺن سلوڻن طعامن جا لذيذ ۽ راحت بخش خواب ڏسي رهيو آهي.

ننڍڙو رشيد بہ بار بار پنهنجي مهربان پيءُ کي عيد جي يادگيري ڏياري رهيو آهي. محمود بہ سوچڻ لڳو تہ سڀاڻ ماڻهو پنهنجن ٻارڙن کي رنگا رنگي ڪپڙا پهرائيندا ۽ رشيد جڏهن پنهنجن هڪ جيڏن کي نيون پوشاڪون زيب تن ڏسندو تہ مونسان ضد ڪندو. آخر هو بہ ننڍڙو آهي، سندس پهلو ۾ بہ هڪ اميدن پري طفلانہ دل آهي، تنهنڪري اج ڪم تي وڃڻ گهرجي. چنانچہ يڪدم اُٿي ويٺو ۽ زال کي چيائين: "بيگم! آءٌ اج ڪم تي ويندس."

بيگم: "تون اجا ڪمزور آهين، ڪم ڪيئن ڪري سگهندين؟"

محمود: "سڀاڻ عيد آهي، گهر ۾ هڪ پئسو بہ ڪونهي. آخر اهڙي بيڪاريءَ ۾ ڪين گذران ٿيندو؟"

بيگم: "تون فڪر نہ ڪر، منهنجا ٻُندڙا پيا آهن، انهن کي ڪٽي وڃي وڪڻ تہ ڪم پورو ٿي پوندو."

محمود هڪ سرد آهہ ڀري چيو تہ: "غريب جي آخري ڪمائي کي ڇو ٿي ان ريت برباد ڪرين؟ ڏس... آءٌ هينئر بلڪل چاق آهيان، ۽ ڪم ڪرڻ جي قابل آهيان، تنهنڪري مونکي نہ روڪ."

بيگم ويچاريءَ جيتوڻيڪ گهڻو ئي سمجهايو ۽ ستايو پر محمود هڪ بہ نہ ٻُڌي ۽ فوراً تيار ٿي گهر کان ٻاهر نڪتو.

گهر ڇڏئي محمود جا ٻہ ڪلاڪ ڪن تہ رڳو آواره گرديءَ ۾ ڪم جي تلاش ڪندي ويا. آخر نااميد ۽ پريشان حاليءَ ۾ گهر واپس وڃي رهيو هو تہ سندس واجهائيندڙ نگاهون هڪ وڏيءَ عمارت تي وڃي پيون، جنهن جي تيار ڪرڻ ۾ گهڻائي مزدور مصروف ڪار هئا. محمود خوشيءَ مان تڪڙو تڪڙو پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اُن جاءِ ڏي روانو ٿيو ۽ ٺيڪيدار جي رنگين موٽر وٽ وڃي بيٺو. ٺيڪيدار محمود کي پينو سمجهي حقارت آميز نگاهن سان ڏسي پئسو اُڇليندي چيو تہ: "هنن ماڻهن کي سوال ڪندي شرم ئي نٿو اچي!"

محمود ان طعنه زني جي دلگداز آواز کي ٻڌي گهبرائجي ويو ۽ بلڪل نماڻي ۽ شرافت بيز ڳالهاءِ سان چوڻ لڳو: "حضور! مونکي ته نوڪري درڪار آهي، پئسو ڪنهن محتاج پينو کي ڏيو."

محمود جي اُن شريفانه ۽ حسرت ڀريل الفاظن ٺيڪيدار جي دل تي گهرو اثر ڪيو ۽ محمود کي يڪدم ڪم تي لڳايو ويو. محمود ڪامراني ڏسي خوش ٿيڻ لڳو ۽ دل ئي دل ۾ سوچڻ لڳو ته هاڻ منهنجي نورِ نظر لختِ جگر جي عيد بلڪل چڱي طرح ٿيندي، اي ڪاش! ڪيس معلوم هجي ها ته سندس سهڻي تدبير تي غيور تقدير کلي رهي آهي.

سچ آهي ته:

دو تدبير کند بنده، تقدير کند خنده.

محمود کي مٿيئن منزل تي سرون پهچائڻيون هيون. ڪم جيتوڻيڪ بيماري لتوڙيل آدمي لاءِ ڳَرُو هو پر محمود اُن ريت پنهنجي نورچشم جي آرزوءَ جي تڪميل ٿيندي ڏسي، تڙ جيتري به پرواهه نه ڪندي تڪڙو تڪڙو سرون ڍوئڻ لڳو. اجا ٻه گهنٽا مس گذريا ته سندس ضعيف عضوا ڪم کان جواب ڏيڻ لڳا ۽ هيڻو جسم ناتوانائيءَ کان ڏڪڻ لڳو. آرام لاءِ ويهڻ چاهيائين ته رشيد جي ترنم ريز ۽ روح پرور الفاظن ته "بابا سڀاڻ عيد آهي" سندس تن لاغر کي نئين زندگي ۽ نئين طاقت عطا ڪئي ۽ هو وري اڳئين وانگر ڪم کي لڳي ويو.

هڪ دفعو محمود سرون مٿي تي رکي ڏاڪڻ جون دراز منزلون طئي ڪري رهيو ۽ صرف هڪ ڏاڪو باقي هو ته سندس پيرن کي قضا جي زنجيرن جڪڙي ڇڪ ڏني ۽ بي ساخته ڌو- اچي فرش تي ڪريو ۽ ٻڌڻ سان بيهوش ٿي ويو ۽ مٿي مان وهندڙ رت جو فوارو سندس اکين ۽ اُداس چهري کي سرخ ڪري رهيو هو.

ٺيڪيدار يڪدم محمود کي اسپتال پهچرائي، خود پنهنجي فرض منصبيءَ کان سبڪدوش ٿيو ليڪن محمود... مفلس محمود... نياڳو مُحمود... ڪو خان بهادر ڪو نه هو، نڪو وري سيٺ محمود ياڻي هو جو

اسپتال پهچڻ شرط سول سرجن ۽ اُن جي عملي جي آرام ۾ خلل پوي ٿو. هي هڪ بدنصيب مزدور محمود... سو ڳچ وقت تہ آپريشن واري تختي تي پيو رهيو ڪافي دير بعد هڪ وارڊ بيو ڪمپائونڊر ٽيون ڊريسر آيا ۽ قاتل مٿي کي ٽانڪو لڳائي "ٽنڪچر آيوڊين" جو ٻڙو لڳائي مٿان ڀورڪ جو ڀورو ڏئي روانا ٿيا. گهڻي دير بعد محمود کي هوش آيو ۽ بي ساختہ رشيد... پيارا رشيد.. ڪري پُڪاريائين ۽ وارڊ ڊوڙي آيو جنهن کيس ناڪامياب تسلي ڏني. محمود بلڪل چچريل آواز ۾ چيو تہ هاءِ.. آ... آ... ڪ ... ٿي آهيان؟ مو... نکي ...گهہ... ر....پهچايو... ايترو چئي محمود دوري بيهوش ٿي ويو. وارڊ ڪيس خوفناڪ سمجهي وڏي ڊاڪٽر وٽ آيو.

ڊاڪٽر! ڇا خبر آهي؟ ڪاغذ اٿلائيندي بي توجهي سان پڇيائين، وارڊ صاحب نئون ڪيس آيل آهي تمام خوفناڪ ٿو ڏسجي بهتر آهي تہ سائين جن روبرو هلي ڏسن، مغز وارو ڏڪ آهي، رت بند نٿو ٿئي، مريض بلڪل بي آرام آهي. ڊاڪٽر گهورُ سان نهاريندي چيو تہ مريض بي آرامي آهي تہ ڇا ڪريون؟ اسين اهڙن ڪُتلن مريضن لاءِ پنهنجون قيمتي دوائون ۽ مفڪر دماغ برباد ڪرڻ نٿا چاهيون. هينئر شهر ۾ ڳولا ڪري سندس گهر هٿ ڪري کيس لاوارثن واريءَ ڏوليءَ ۾ وجهائي پنگين کي ڏيو تہ پهچائي اچن ۽ "انڊور فارم" ۾ نوٽ هڻي ڇڏيو تہ تندرست ٿي گهر ويو. وارڊ! حاضر صاحب! سلام چئي روانو ٿيو ۽ گهڻي ڳولا بعد بيڪس ۽ بي يارو مددگار محمود جي ڇنل جهونپڙي جي خبر پئي ۽ هن حادثي جي خبر اُتي پهچائي وئي.

نياڳي بيگم، ان خبر ٻڌڻ کان پوءِ بي پناهہ ڇرڪ ڀري زارو قطار روئڻ لڳي، اڃا سندس سڏڪا بند نہ ٿيا هئا تہ مڙس جي ڏولي ٻن پنگين جي ڪلهن تي اچي در تي وارد ٿي جي بي قياسيءَ سان کيس گهٽيءَ ۾ ڇڏيندي ڏولي خالي ڪري روانا ٿيا. بيگم هاڻي دل تي پٿر رکي پنهنجي ڀتار کي ڀاڪر ۾ کڻي آڻي ڇنل ڪٽولڙي تي سمهاريو ۽ پر ۾ ويهي مُنهن مٿو پٽڻ لڳي، هاءِ.... هن وقت ڪير آهي، جو هڪ بي پرواهہ ڪٽنب جي مدد ڪري! مدد تہ ٺهيو پر هن بيڪس بيگم کي ڪوڙو دلاسو ڏئي زباني همدردي ڪرڻ وارو

به ڪو نه هو. پاڙيسري ڏسي برابر رهيا هئا، مگر هو اهڙا واندا ڪٿي هئا، جو ويهي ڀلي رات اهڙي منحوس حادثي ۾ پنهنجي ايندڙ خوشيءَ جي تياريءَ ڪي سيڙائين، سچ آهي ته:

زردار اگر ميرد عالم تمام گريد،

بے زرا گر بميرد کم چشم تر نمايند۔

رشيد شام جي طرب انگيز رنگين ۽ معطر فضا ۾ پاڙي جي ٻارڙن سان گڏ آڪاش جي سرمست گهٽائن ۾ لڪل هلال عيد کي ڳولي رهيو هو. عيد جو مبارڪ افزا چنڊ سرمائي آسمان تان تمام دنيا تي مسرتن جا گل ڇني رهيو هو هر ڪنهن آڱريون کڻي چنڊ ڏي اشارا پئي ڪيا. دوست هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏيندا گهر روانا ٿيا. محمود کي به ڪجهه سنڀال ٿي ۽ اکيون پٽي بيگم ڏانهن حسرت سان نهاريندي چيائين ته رشيد؟

وري اکيون پورجي ويون! رشيد به چنڊ جي خوشي ۾ ڊوڙندو گهر آيو ۽ پٽس کي کٽ تي پيل ڏسي چوڻ لڳو ته هان! بابا! تون اچي وئين؟ ۽ امان جو چيو ته تون منهنجي لاءِ روپيه وٺڻ ويو آهين؟ سي آندءِ؟ مجروح ۽ نيم بيهوش محمود جڏهن پنهنجي پياري ۽ ابهم آرزومند پٽ جي معصوم زبان مان اهي پُر از تمنا لفظ ٻڌا ته سندس رتايل اکين ۾ حسرت و غم جا لُڙڪ پرجي آيا، ۽ ها... ئو... پُٽ رشيد ڏانهن محبت ڀريل نگاهن سان ڏسڻ لڳو ۽ دل ۾ ئي چوڻ لڳو ته: ”هيءُ ئي ته آهي منهنجي آخري زندگيءَ جو سهارو“ ۽ اجان اُنهن ئي پريشان خيالات ۾ محو هو ته درد جي تڪليف هن کي بيتاب ڪري وڌو ۽ هڪ لمبي آه ڀري غش ٿي ويو. محمود سڄي رات رکي رکي دانهون ڪيون پئي. ويچاري بيگم به سندس مٿي کان اونداهي ۽ سنسان جهوپڙي ۾ حسرت ڀريا لُڙڪ وهائي رهي هئي. ڪنهن مهل ته خيالات جي محويت ۾ بلڪل دلشڪن ۽ ڀيچاريندڙ خواب و تصورات آيس ٿي.

عيد جي رات جيڪڏهن سرمايه دارن کي خوشيءَ وچان ننڊڙي نظر آئي هجي ته ڀلي... باقي بيگم لاءِ هزارن ورهين جي برابر هئي، ۽ محمود به مٿي جي زخم ۽ پاسري ڀڄڻ کان نيم بسمل مرغ جيان ڦٿڪي رهيو هو.

قدرتِ حق جا نظارا عارفا آهن عجيب،
عيد ٿا هڪڙا ملهائن، ٻين کي ماتم نصيب.
(عارف المولي)

عيد جي خوشنما ۽ جنت نشان صبح جو 9 بجي ڌاري ماڻهو عيد گاهہ وڃڻ جون تياريون ڪري رهيا آهن. ننڍڙا ننڍڙا ٻار نوان نوان ريشمي لباس زيب تن ڪري رشڪ غلمانِ جنت ثابت ٿي رهيا آهن، ۽ محمود بي ڪس محمود... مجروح ۽ مرگ پوش محمود پنهنجي بيگم ۽ رشيد کي خوشيءَ جي عيوض غم ۽ عيد جي سرخ لباس عيوض ماتم جا وڳا ڍڪائي داغ مفارقت ڏئي هميشہ لاءِ الوداع ڪري ويو.

آهہ... ڪي دم اڳ هو نهايت مفڪر هو تہ هن جي پياري رشيد جي عيد ڪهڙي طرح ادا ٿيندي، پر قدرت هن کي عيد جي ڏينهن موت جي گهري ننڊ ۾ رشيد کان بي خبر ڪري هميشہ لاءِ سمهاري ڇڏيو ۽ معصوم رشيد جنازي وٽ ويهي پنهنجي پيءُ کي سمهيل سمجهي، ”بابا سڀاڻي عيد آهي“، جي عيوض ”بابا اڄ عيد آهي“ جا حسرتناڪ الفاظ دهرائيندو رهيو. جواب نہ ملڻ جي حالت ۾ سُڏڪا ڀريندو رهيو. هُن معصوم کي ڪهڙي خبر تہ موت ڇا ٿيندو آهي. رشيد جي بيوه ۽ غربت ستايل ماءُ پنهنجي بُندڙا وِڪڻي محمود کي ڪفن ڍڪائي سپرد خاڪ ڪرايو ۽ اهڙي طرح هڪ غريب مسڪين جي آخري ڪمائيءَ جو خاتمو ٿيو. عوام عيد جي خوشين ۾ سرمست هو، مگر محمود جو گهر ماتم ڪده هو!!!

**”لن تنالو البرحتيٰ تنفقوا مِما تحبون“**

(1951ع آگست رسالہ اديب سنڌ ۾،
1948ع اخبار همدرد ۾، 1949ع هلال پاڪستان ۾ شايع ٿيو)



ڪهاڻي

# سنگدل

”اڙي! ڪهڙي ويچار ۾ آهين؟“ هڪ دوست.

”نمائش لاءِ مجسمو ڪهڙو ٺاهيان؟“ ٻيو دوست.

”اُٿي تہ ٻاهر هلون.“ پهريون دوست.

”نہ يار مان هينئر مصروف آهيان.“ ٻيو دوست.

سرفراز هنڪي ڇڏيو هليو ويو. شهباز اٿيو ۽ پنهنجي جهوپڙي ۾ لڳل تصويرن کي غور سان ڏسڻ لڳو. وري آهستي آهستي ٻاهر نڪري ويو. نہ معلوم ڪهڙي تخيل جي دنيا ۾ گم هو.. هڪ بازار... ٻي... ٽي... وري پيچدار گهٽيون، سڀ اورانگهيندو آخر هڪ ڪوٺي جي سامهون خوبصورت باغيچي کان ٻاهر بيهي رهيو. اندر باغيچي ۾ هڪ چبوتري تي حُسن ويٺو تير. اندازي ۾ مصروف هو. شهباز ڏٺو ... ۽ هڪ ئي لمحي ۾ ڪاغذ تي خاڪو تيار ٿي ويو. حُسن جي هنج ۾ نہ معلوم ڇا هو انجي ڏسڻ لاءِ شهباز تارون ٽپندو ويجهو وڃي پهتو.

”تون ڪير آهين؟“ هُن پڇو. هو چُپ رهيو.

”هتي ڇو آيو آهين؟“ هُو ماٺ ۾ هو.

”آءُ پُڇان ٿي تہ هت ڇو آيو آهين؟“ هُوءَ ڪاوڙ ۽ جوش کان ڏڪي رهي هئي ۽ شهباز ٻڪري جي ٻچي کي هُنجي پاسي ۾ ويهاري رهيو هو. خاڪو تيار ٿي ويو. هُن مُشڪيو. وارن جي پريشان لَڙهي کي ٺيڪ ڪيو ۽ ڪڙوتي ويو: ”جي! هاڻ فرمايو!!“

”تون ڪير آهين؟ هتي ڇا لاءِ آيو آهين؟“ حُسن پڇيو.

”آءُ هڪ انسان آهيان... حُسن ۽ معصوميت جو مقابلو ڪري رهيو هوس.“

”جيت ڪنهن جي ٿي؟“ حسن پڇيو.

”اهو معلوم ناهي.“ شهباز چيو.

”چڱو! هي شعر و شاعري بند ڪر ۽ جلدي هتان نڪري وڃ نه ته سڌيان ٿي مالهي کي.“ حسن چيو.

”ٺيڪ آهي.“ شهباز هي چئي، انهيءَ ئي رستي کان ٻاهر نڪري ويو.



ٺاٺا...ٺُو ٺُو... ٺڪ ٺڪ... ٺڙٺڙ... هون هون... هاها... هٿوڙي ۽ شيشي جي گوڙ ۾ گم شهباز مجسمي جون ڏگهيون لٽيون بڻايون. ڏاڪڻ تان لهي پنهنجي محنت تي مُرڪي رهيو هو ۽ هڪ ڏڳهو ساهه ڇڪيائين ۽ پگهر اُگهيائين ۽ پٿر جي سِر تي ساهه کڻڻ لاءِ ٿڪل هاريءَ جيان ويهي رهيو ته سرفراز اندر آيو. مجسمي کي ڏٺائين ۽ چيائين ته: ”عورت ذات کان نفرت ڪرڻ وارو شهباز! عورت جوئي مجسمو ٺاهي نمائش جو پهريون انعام حاصل ڪرڻ گهري ٿو.“

”هم!! ها ها ها!! غلط بلڪل غلط سمجهيئي!! جيڪڏهن تون هيئن چئين ها ته بهتر هو ته عورت ذات کان نفرت ڪرڻ وارو شهباز!! عورت جو مجسمو ٺاهي دنيا تي ظاهر ڪرڻ چاهي ٿو ته ”عورت ۽ پٿر ۾ ڪوبه فرق ناهي!!“

”هون.... سُهڻو تخيل آهي! پر منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي ته تون عورت کان ڇو ٿو نفرت ڪرين؟“ سرفراز چيو. انهيءَ جي سمجهڻ لاءِ منهنجو دماغ گهرجي. بي وقوف! عورت بي وفائيءَ ۽ دغابازيءَ جو مجسمو آهي. هُن جون سهڻيون اکيون مڪاري سان ڀرپور... هُن جا نازڪ گلابي چپ مٺي زهر سان ڀريل... هُن جا سيه سُنبل ڏگها ڏگها وار... ڪارا نانگ ۽ پيچيده واٽون بڻايل... هُن جو ريشمي نرم مرمرين جسم! موت جي خوفناڪ غار ڏي ڌڪڻ لاءِ هر وقت دعوت ڏيندو رهي ٿو... عورت زهر هلاهل جي بند بوتل آهي، جنهن تي مٺي ماکيءَ جو ليبل لڳل آهي. عورت گلن سان ڀريل ٽوڪري آهي، جنهن ۾ اندر زهريلي نانگڻ لڪل آهي:

ناری ناگن سول بُری مت کولائے رنگ،
راجا رامن جیسے چل گئے پر ناری کے سنگ۔

”ڪنهن جي تيرنگهه جو گهائل نه ٿيو آهي شايد. نه ته سڀ ڪجهه وسري ويئي؟ ڇريا ڪٿي جا!!“

"اڙي تون شادي ڪٿي ڪر!!" سرفراز چيس.

"ها ها ها... ها ها ها... چريا... بيوقوف... انڪان ته بهتر هو جو چئين ها خودڪشي ڪر... شادي ها ها ها..." شهباز کي چرين وانگر کلندو ڇڏي، سرفراز ٻاهر نڪري ويو ۽ شهباز زوري پٿرن سان ڪيڏڻ لڳو.



اڄ سڄي گهر ۾ خوب هل چل هئي. جملي آرٽسٽ ۽ فنڪار پنهنجي پنهنجي تخيلات جي دنيا جي اڳيان ويٺا هئا. ڪافي دير کان پوءِ صدر صاحب هڪ وڏي مجموعي سان گڏ هر آرٽ جو معائنو ڪندا آيا... شهباز جي مجسمي تي ڪارو نقاب پيل هو ۽ شهباز اُن جي سامهون تلي رهيو هو. آخر صدر صاحب آيو ۽ فرمايو ته: "اسين تنهنجي تصور جي نقابڪُشائي ڪرڻ چاهيون ٿا!"

"خادم تيار آهه!" شهباز جُهڪي سلام ڪيو. مجسمو پرسان هو... هُن مشڪيو ۽ نقاب ڇڪيو. "معصوم جي جهوليءَ ۾ معصوم". اهي اکر مجسمي جي مٿان لکيل سيني پڙهيا ۽ سڀ واه واه جو نعرو بلند ڪري رهيا هئا. مبارڪ! مبارڪ! جا آواز اچي رهيا هئا. پر صدر صاحب حيران هو اکيون ڦاٽل، مُنهن کليل، چهرو پگهريل، ڇرڪي چيائين: "تنهنجو نالو؟"

"بندي کي شهباز چوندا آهن."

"ڪٿي رهندو آهين؟" "آرٽ جي دنيا ۾، شهر کان ٻاهر، غريبن جي بستي ۾."

"ڀلريون انعام تو کٽيو اسين توکي مبارڪ ڏيون ٿا." صدر صاحب.

"مان هن ذره نوازي جو شڪريه ادا ڪيان ٿو." شهباز چيو.



شهباز ڪرسي تي ليٽيل سگريٽ جي دونهين ۾ دنيا کي چڪر ڏئي رهيو هو. سامهون مجسمو بيٺو هو. ايتري ۾ دروازي کُلڻ جو آواز آيو ۽ هو ڇرڪي ويو.

"هان! توهان زهه نصيب بادشاهه فقير جي گهر! اچو اچو!!" شهباز صدر صاحب کي ڏسي حيران هو آخر اندر وٺي آيو ۽ ڪرسي تي ويهاريو ۽ پاڻ بيهي رهيو.

"منهنجي لائق ڪا ڪا خدمت؟" شهباز چيو.

"شهباز! تنهنجي مجسمي جا چرچا چؤطرف هلي رهيا آهن. تو ڀلريون انعام کٽيو. تنهنجو نالو روشن ٿيو پر شايد ان جو سبب تون ساري

عمر نہ ٻڌائي سگھين. تو ھي سڀ ڪجھ سچي مجموعي جي سامھون منھنجي مُنھن تي ٿڦڙ ھڻي حاصل ڪيو آھي. منھنجي پڳ اُڇلي حاصل ڪيو آھي.“ صدر صاحب جون نگاھون مجسمي تي کُتل ھيون ۽ مست شرابي وانگر ڳالھائي رھيو ھو.

”مان حضور جو مطلب نہ سمجھيس؟“ شھباز پريشان ٿي پڇيو.

”ڄاڻين ٿو تہ ھي مجسمو ڪنھنجو آھي؟“ صدر پڇيو.

”ھڪ جاندار حسينہ جو بيجان مجسمو. جنھن کي مون صرف ھڪ دفعي ڏٺو ھو!“ شھباز چيو.

”ليڪن ڪنھنجو؟“ صدر پڇيو.

”اھو آءٌ نٿو ڄاڻان ۽ مونکي ڄاڻڻ جي ضرورت بہ ڪھڙي؟“

”پَر جي خبر پوئي تہ؟“ صدر چيو

”حضور صاف صاف ٻڌايو؟“

”ھي منھنجي ڌيءَ آھي“

”ڇا چيو؟ توھان جي ڌيءَ... جا نمائش ۾ توھان سان گڏ ھئي؟“

”ھا! اُھا... شھناز!!“

”اُف... اوھہ...“ شھباز ڪنڌ جُھڪائي ٿھلڻ لڳو.

”ڇا ٿو سوچين؟“ صدر پڇيو.

”پنھنجو قصور“ شھباز چيو.

”تنھنجو ڏوھہ اھو آھي، جو ڀري محفل ۾ تو حسن سان چرچو ڪيو آھي، حُسن بيڪسيءَ ۾ ڏُسڪي رھيو آھي، تنھنجي ظلم تي لُڙڪ ڳاڙھي رھيو آھي، تو ھُن تي وڏو ظلم ڪيو آھي...!!“

”حُسن؟ ظلم... حُسن سُڏڪي رھيو آھي! ھي سڀڪجھ ڇا ھي؟ حُسن صرف ڏُسڪڻ لاءِ آھي! اُن کي ڏُسڪڻ ڏيو... ھُن تي ظلم ٿيو آھي تہ ٿيڻ ڏيو. حُسن خود ظالم ٿيندو آھي ۽ ظالم تي ظلم ڪرڻ گناھہ ناھي ۽ جيڪڏھن گناھہ آھي تہ بندو حاضر آھي. مظلوم توھانجي گھر ۾ آھي ۽ ظالم توھانجي سامھون... فرمايو ھي جيڪي ٿيو اُنجي تلافي ڪيئن ٿي سگھندي؟“ شھباز يڪ ساھي چئي ويو.

Scanned with CamScanner

"منهنجي بدنامي جو سبب تون ٿيو آهين. اُن جي تلافي تون ئي سگهين ٿو ۽ ان جو طريقو صرف هڪ ئي آهي!!"

"فرمايو؟"

"شهناز سان شادي!".

"ترسو!" شهباز رڙ ڪئي. صدر اڳتي وڌيو ۽ شهباز جي ڪنڌ تي هٿ رکي چيائين: "شهباز! هي منهنجي عزت جو سوال آهي!"

"۽ منهنجي زندگي جو!" شهباز چيو.

"تنهنجي زندگي بنجي ويندي!" صدر.

"بنيل زندگي بگڙجي ويندي!' شهباز.

"هن ۾ ڪهڙي شيءِ جي گهٽتائي آهي؟" صدر.

"سڀ ڪجهہ آهي! پر توهان مونکان واقف نہ آهيو." شهباز چيو.

"يعني ڇا ملطب؟" صدر چيو.

"مطلب هي تہ هن تمام روئداد جو انجام آءُ صرف انڪار ڪري فيصلو ڪرڻ چاهيان ٿو. مونکي عورت کان نفرت آهي. آءُ شادي نٿو ڪري سگهان. مان شادي جي خلاف آهيان. خدارا مونکي منهنجي حال تي ڇڏيو. اوهين وڃو... مونکي پريشان نہ ڪيو...!"

"يلو ٿيو...!" هي چئي صدر ٽڙندو دروازي کان ٻاهر نڪري ويو. هارايل جواري وانگر.



شهناز... ٻين لفظن ۾ خوبصورتي جو شوخ و شنگ مغرور مجسمو. آئيني جي سامهون ويهي پنهنجي مست ڪندڙ حُسن جو جائزو وٺي رهي هئي:

آئینہ روبرو تھا، گنگنا رہی تھی

آئينہ هُن جي بهار آفرين حُسن تي شرمائجي رهيو هو. هُن مسڪرايو ۽ ڪنڌ کي ڏوٽو ڏئي، چوڻ لڳي "شهباز! اهوئي تہ ناهي، اهو سنگتراش؟ مگر مونکي ڇا؟ ڪير بہ هجي!! هُن منهنجي توهين ڪئي آ ۽ مان هُن کان بدلو وٺنديس بدلو... پر... ڪيئن... نہ نہ... هُو تہ پوڄا جي قابل آهي. هُو تہ.... پر مونکي ڇا ٿي ويو... اُف..."

شهناز بي چين هئي ۽ بيچيني جي عالم ۾ هيڏانهن هوڏانهن ٿهلي رهي هئي تہ اوچتو در کُليو. هن جو والد آيو: ”ڌيءَ!“

”جيءُ بابا!“

”ڇا ڪري رهي آهين؟“

”توهانجو انتظار!“

”هون!“

”پُڌايو! شهباز معافي ورتي؟“

”شهباز رات ڏينهن پٿرن سان ڪيڏي ٿو. هن جي دل بہ پٿر ٿي وئي آهي پُٽ!“

”ايڏو غرور؟“

”ها، پُٽ هُو انجي قابل ئي ناهي تہ تون هُن جي ٿي سگهين. تون هُن کي نٿي جيتي سگهين!!“

”هُن جي غرور ٽوڙڻ لاءِ مون وٽ گهڻائي هٿيار آهن بابا.“

”هُن تي ڪوئي هٿيار ڪارگر نہ ٿيندو! پُٽ.“

”هُو پهرين ئي وار ۾ شڪست کائي ويندو بابا.“

”شهناز! تون غلط قدم نہ کڻ.“

”هر گز نہ بابا سائين!“ هي چئي شهناز ٻاهر نڪري وئي.



شهباز هي ڏسي حيران ٿي ويو. جو مَلڪ حُسن شهناز پنهنجي تمام هٿيارن سان سينگاريل، هُن جي دروازي تي اندر اچڻ جي منتظر آهي.

”اچو... آچو...بسم الله... تشريف فرمايو“. شهباز چيو.

شهناز بعد نازو انداز مُسرڪندي اندر داخل ٿي ۽ سواءِ ڪنهن هُبڪ ۽ هَٽڪ جي مُورتن کي غور سان ڏسڻ لڳي. ڪمري ۾ ايئن ٽلي رهي هئي، ڄڻ تہ پنهنجو ڪمرو هوس. سڄو چڪر هڻي پنهنجي مجسمي جي اڳيان اچي بيٺي. شهباز اڳتي وڌيو ۽ چيائين تہ: ”پسند آيا منهنجا ناهيل مجسما؟“

”ها... چڱا آهن... منجهن ڪا خاص ڳالهہ تہ ڪانهي.“

”هي ڪير آهي؟“ هڪ مورت ڏي اشارو ڪري شهباز پڇيو.

”عورت!“

”ڇا ھي؟“.

”عورت.“

”ڇا ھي؟“

”اھا بہ عورت آھي.“

”ڀلا ھيءَ؟“

”اھا بہ عورت آھي.“

”جا ھينئر منھنجي سامھون ويٺي آھي.“ شھباز چيو.

ھيون بہ گھڻئي شيون آھن، شينھن، بگھڙ، ٻڪري، ڪتو وغيره انھن جا مجسما نٿو ٺاھين؟“ حسن پڇيو.

”پر ھي جانور تہ سڀ وفادار آھن“. شھباز چيو.

”ڇا مطلب“ شھناز پڇيو.

”آءُ وفادارن کي پٿرن ۾ شامل ڪري پٿر نٿو ٺاھڻ گھران ۽ عورت بذات خود پٿر آھي، بيوفا آھي، تنھنڪري اُن کي پٿرن ۾!!“

”توکي ڪيئن خبر پئي تہ عورت پٿر آھي؟“ شھناز اڌ ۾ ڳالھائيندي چيو.

”ڇو تہ ھُن جي ھر پھلو ۾، ھر نظر ۾، ھر قدم ۾، ھر ڳالھہ ۾، ھر مُرڪ ۾، ٽھڪ ۾ ناز ۾ انداز ۾ رفتار ۾ گفتار ۾ ڏوکو آھي؟“

”شھباز ڇا توکي ڪنھن دوکو ڏنو آھي ڇا؟“ شھناز پڇيس.

”ھا! اُھا منھنجي زال ھئي! رفيقہ حيات چونديل!!!“

”پنجئي آڱريون برابر نہ آھن؟“

”پر ڪاڏي ڪانئڻ مھل سڀ ھڪ ٿي ويندين آھن!“ شھباز وراڻيو.

”ھيءَ پُراڻي ڏندڪٿا آھي!“ شھناز.

”پر مون لاءِ تہ نئين آھي.“ شھباز.

”جيڪڏھن توسان ڪو محبت ڪري تہ تون ان جو ڪھڙو جواب ڏيندين؟“

”چُپ ۽ انڪار سان!“

”ڇو؟“

”ڇو تہ مان پنھنجي دل جو مالڪ آھيان.“

"جيڪڏهن محبت لاءِ مجبور ڪيو وڃي ته؟"

"اهو ته ناداني ۾ شمار ٿيندو. محبت ڪي مجبور نه ڪبو آهي."

"هون... شهباز... مون توکي ڏنو... مون شڪست ڪاڌي. آءُ اڄ توکي ٻڌايان ٿي ته 'مونکي توسان محبت آهي، آءُ توکان سواءِ رهي نٿي سگهان!'."

هي چئي شهناز ٻاهر نڪري وئي ۽ شهباز مُرڪي رهيو هو. پنهنجي قسمت تي يا شهناز جي قسمت تي. نه معلوم ڇو مُشڪي رهيو هو.



شهباز هي ڏسي حيران ٿي ويو ته شهناز جي وڃڻ کان بعد يڪدم سرفراز اندر داخل ٿيو. شهباز هُن کي ڏسي مُشڪيو ۽ هٿوڙو کٽي چاڙهيءَ تي پٽر کٽي وڃڻ لڳو ته سرفراز ٻانهن کان جهلي پُڇيس ته: "هي ڪير هئي؟"

"هُوءَ!" شهباز شهناز جي مورت ڏي اشارو ڪندي چيس.

"هان!! ته اها ڳالهه آهي". سرفراز ٽهلندي چيو.

"ڪهڙي ڳالهه آهي؟" شهباز وراڻيو.

"خير! ڪائي ڳالهه ناهي... شيءِ چڱي آهي... محبت جي قابل آهي، نيٺ شڪست ڪاڌئي نه؟" سرفراز چيو.

"اُن سان گڏ تون به بيوقوف بڻجي وئين؟" شهباز چيو.

"ڇو؟"

"محبت ڪي اوهان ماڻهن بلڪل ئي نوالو سمجهيو آهي، جڏهن دل گهريو دمڙي مٽ جو ٽا."

"ڇا توکي هن سان محبت ناهي؟" سرفراز پڇيو.

"الله اهو ڏينهن توکي ئي مبارڪ ڪري". شهباز ڪلندي چيو.

"مونوٽ، پٽر، ٿورا آهن ڇا؟ محبت ڪرڻ جي لاءِ."

"تون پنهنجي پير تي ڪهاڙي نه هڻ شهباز!"

"پنهنجي ئي پير تي هڻندس... تون بي فڪر رهه توکي ڏک نه لڳندو." شهباز ڪلندي چيو.



شام جو سهڻو وقت، هلڪا هلڪا بادل ڇانيل. شهباز قدرتي مناظر کان لطف اندوز ٿيندو گهر اچي رهيو هو ته گهر جو در کليل ڏٺائين ۽

حيرانيءَ مان جلد در تي پهچي جهاتي پائي ڏٺائين تہ اندر شهناز کي ڏٺائين. شهباز يڪدم اندر پهتو. شهناز پاڪ لُڙڪن جا ناياب سفيد موتي پنهنجي سياهہ ۽ ڪٽورين نماٽين اکين مان هاري رهي هئي ۽ سُڏڪا ڀريندي شهباز ڏي مُڙي. هُن جي حَسين مخمور نيڻن ۾ التجا ۽ آس هئي. محبت جو دان، هنجي اکين ۾ ڇلڪي رهيو هو.

"دان!" شهناز ڏسڪندي چيو.

"ڀينوءَ جي گهران 'دان' نٿو ملي سگهي!" شهباز جواب ڏنو.

"آءٌ ڀهرين حُسن دلفريب جي زهد شڪن تصوير بنجي توتي عشق جا تير هلائڻ آئي هيس، پر اڄ محبت جو لاش بنجي ڀِکيا ڀِنڻ آئي آهيان، اڄ تنهنجي مرضي وٽئي تہ هن لاش کي گلي سان لڳائي نئين سر زندگي بخش، يا چاهين تہ ٻاهر ڪڍي اُڇل."

شهناز جي رقت انگيز آواز ۾ تيرو نشتر لڪل هئا. سنگدل کان سنگدل اگر ٻڌي ها تہ دردناڪ الفاظ تہ ميڻ ٿي وڃي ها.. پر ظالم شهباز وراڻيو تہ: "محبت جي ڀينوءَ کي شهباز جي دروازي کان ڪجهہ بہ نٿو ملي سگهي شهناز".

"خدا جي واسطي منهنجي بيڪسيءَ تي رحم ڪر شهباز!"

"رحم... پٽر جي ڍير کان رحم..."

"مان مجبور آهيان"

"خدارا تون هتان هلي وڃ، آءٌ سخت پريشان آهيان."

"مون ڏي ڏس شهباز! منهنجي لُڙڪن ڀريل اکين ۾ ڏس... صرف هڪ دفعي."

"آءٌ توڏي ڏسي چُڪو آهيان... تنهنجي اکين ۾ ڳوڙها آهن، جن کي ڏسي منهنجي دل تي ڪو بہ اثر نہ ٿيندو."

"شهباز! ايڏو سنگدل نہ ٿي."

"وڃ وڃ خدا جي واسطي هلي وڃ... وڃ شهناز وڃ." شهباز بُري طرح چيخي رهيو هو. شهناز پنهنجا معصوم لڙڪ پوتيءَ جي پلاند سان اُگهي آهستي آهستي ٻاهر وڃي رهي هئي تہ اوچتو سرفراز اندر داخل ٿيو.

"شهباز!" سرفراز دانهن ڪئي. "او ظالم بگهڙ! رحم ڪر.. هن نوخيز نازڪ ڪچڙي گلي جي بددعا نہ وٺ." شهباز غصي ۾ اڳتي وڌيو ۽ چيائين تہ: "سرفراز! جيڪڏهن دوستي چاهين ٿو تہ زبان بند ڪر ۽ مونکي مجبور نہ ڪر."

"نہ تہ تون مونکي مارينديـن... ايئن نہ.. تون خوني آهين. تو هڪ بيڪس ۽ معصوم جي پاڪيزه ارمانن جو خون ڪيو آهي، تون پٿرن ۾ رهي پٿر ٿي ويو آهين، تنهنجي سيني ۾ دل جي بجاءِ پٿر آهي... اي پٿر دل انسان... هڪ ڏينهن تون بہ اهڙيءَ طرح روئينديـن... دانهون ڪندين... پر تنهنجي آهہ و زاري ٻڌڻ وارو ڪو بہ نہ هوندو ظالم..!" سرفراز ڪاوڙ ۾ الائي ڇا ڇا بڪندو رهيو. شهباز ڇيخندي سرفراز جي ڳل تي ٿڦڙ هڻي ڪڍيو. سرفراز هڪو ٻڪو ٿي ويو.

"ها ها ها... خوب خوب شهباز! تو دوستيءَ جي مُنهن تي ٿُڪيو آهي؛ چڱو خداحافظ"

هي چئي سرفراز ٻاهر نڪري ويو.. شهباز غصي ۾ هيڏانهن هوڏانهن گهمي رهيو هو... وار پٽي رهيو هو... شينهن وانگر گجي رهيو هو.. اوچتو هُن جي نظر شهناز جي ٺهيل مجسمي تي پئي... هُن غور سان ڏٺو... شهباز کي ايئن معلوم ٿيو تہ مجسمو چڻ تہ هُن جي چريائي تي ٺهڪ ڏئي رهيو آهي... شهباز اڳتي وڌيو... هٿ ۾ تيشو کنيائين. "ڪميڻي، ذليل، مون تي کلي رهي آهين.. منهنجي پريشاني جو مذاق اُڏائي رهي آهين... وٺ... هي وٺ... هي ٻيو وٺ... اها ها ها ها... ها ها ها ها... تيون بہ وٺ... تون بہ وٺ...تا تا تا تا.....ٽڙ ٽڙ... ڏڙ ڏڙ. چڙ چڙ... هاءِ...!!" شهباز هڪ مجسمي سان ٽڪرائجي ويو ۽ چريائي ۾ ڪري پيو. مجسمو هُن جي مٿان اچي ڪريو. خون جو ڦوهارو نڪتو ۽ ڪري وهيو ۽ جڏهن هوش ۾ آيو تہ پاڻ کي اسپتال ۾ ڏٺائين!!

"مان ڪٿي آهيان؟" شهباز هيٺي آواز سان پڇيو.

"گهٻرايو نہ توهان اسپتال ۾ آهيو. طبيعت ڪيئن آهي؟ ڊاڪٽر پڇيو.

"هينئر تہ ڪجهہ ٺيڪ آهي!" شهباز چوگرد ڏٺو. هن جون نگاهون ڊاڪٽر وٽ بيٺل نرسن تي رُڪجي ويون ۽ "اف اوهہ!" چئي ڪنڌ هيٺ پاسي

ڦيري ڊاڪٽر کي چيائين ته: "ڊاڪٽر صاحب!! جيڪڏهن هت به هي حال رهيو ته آءٌ جيئرو نه رهي سگهندس."

"ڪهڙو حال؟ آءٌ نٿو سمجهان؟" ڊاڪٽر چيو.

"ڊاڪٽر صاحب! منهنجي ڪمري ۾ نرس جي ڊيوٽي نه لڳايو!!"

"تمام بهتر". چئي ڊاڪٽر نرس کي وڃڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ به شهباز کي تسلي ڏئي هليو ويو.

ٻئي ڏينهن صبح جو شهباز کي اُڃ لڳي ۽ ميز تان گلاس کڻيائين ته اُتي هڪ پرچو ڏٺائين جنهن کي کڻي پڙهڻ لڳو؟ جيئن جيئن پڙهندو ويو، جوش ۽ غصي ۾ ڪنبڻ لڳو؟ آخر زور سان چيخڻ لڳو: "ڊاڪٽر! ڊاڪٽر! او ظالم مون ڇا ڇيو هو؟" شهباز جو آواز ٻڌي ڊاڪٽر ۽ نرسون هن جي ڪمري ۾ داخل ٿيا. شهباز دانهون ڪري رهيو هو. "ڊاڪٽر خدا جي واسطي مونکي وڃڻ ڏي!! مان هن اسپتال ۾ نٿو رهي سگهان. ڊاڪٽر مون کي وڃڻ ڏي!!" ايترو چئي شهباز اُٿيو پر ڊاڪٽر ۽ ٻئي عملي هُن کي پڪڙي جهليو. شهباز بيچڙي طرح وڙهي رهيو هو ۽ چيخي رهيو هو. "هٽي وڃو ظالمو مونکي ڇڏي ڏيو!! مونکي وڃڻ ڏيو!!". ڊاڪٽر هن جي هٿ مان پرچو ڇڏرايو ۽ پڙهڻ لڳو. "شهباز! ٻڌايو طبيعت ڪيئن آهي؟ ظالم مون تنهنجي لاءِ نرس جي ڊيوٽي ورتي تان ته تنهنجي خدمت ڪري سگهان، پر تو هِتي به مون تي پابندي لڳائي!! خدارا مون تي رحم ڪر ۽ هوش ۾ اچ. ... تنهنجي شهناز".

شهباز اندر چيخي رهيو هو ۽ ٻاهر شهناز لُڙڪن جا هارَ پوئي رهي هئي. شهباز هڪدم اُٿيو ۽ وڙهندو لڙندو، چيخندو، رَڙندو سڀن کان پاڻ ڇڏائيندو ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو. مريضن جي ڪٽن تان ٿپندو ڀڄو ٿي ويو. عجيب منظر هو. اڳيان اڳيان نفرت ۽ پُٺيان محبت ڀڳا ٿي ويا. شهناز "شهباز! شهباز!" پڪاريندي ڀڄي رهي هئي. شهباز چرين وانگر ڀڄو ٿي ويو. حُسن ۽ عشق... عشق ۽ حُسن ڪشمڪش... پريشاني... بيقراري... رَڙيون... چيخون... آهون... دانهون... انهن سڀني ملي اسپتال ۾ هڪ طوفان ڪڙو ڪري ڏنو هو نه ختم ٿيڻ وارو طوفان.

شهباز رستي جي هُن پار نڪري ويو. شهناز ڀڄندي سڙڪ پار ڪرڻ لڳي. تن خوفناڪ دلگداز دانهن سان گڏ کيل ختم ٿي ويو. شهناز جو آخري دفعو

پڪارڻ... وري دلدوز دانهن... ۽ موٽر جي بريڪ جو خوفناڪ آواز... ماڻهو گڏ ٿي ويا... موٽر جي ڊرائيور کي پڪڙيو ويو... پر اُهو ته شهناز جو والد هو... شهباز کي انعام ڏيڻ وارو صدر هو... نياڻي کي رت ۾ رنگيل ڏسي رهيو هو ۽ دردناڪ دانهن جو محشر برپا ڪري رهيو هو. "هٽي وڃو هٽي وڃو!!" شهباز ميڙ کي چيريندو اندر آيو... شهناز کي رت ۾ وهنجيل ڏسي.. دانهن ڪري شهناز سان لپٽي ويو... پنهنجي مُنهن کي شهناز جي رت ڀريل سيني سان خوب رنگيو ۽ آهستي آهستي سُڏڪڻ ۽ روئڻ لڳو... بلڪل معصوم ٻارڙن وانگر... ۽ وري هُن جي رت رڱيل سيني تي سر رکي ليٽي ويو.

شهناز جو پيءُ ڳوڙها اُگهندو اٿيو؟ ۽ ڪاوڙيل شينهن وانگر شهباز تي اچي ٽُٽو ۽ سندس وارن کان پڪڙي جهٽڪو ڏنائينس ۽ زور سان مُنهن تي لپاٽ هنيائينس... شهباز ڪري پيو... شهناز جي قدمن ۾... بلڪل هڪ سڌي وڻ وانگر... هڪ سچي پوڄاري وانگر... معصوم ديويءَ جي پاڪ قدمن ۾! ماڻهن ڏٺو... چڱي طرح اُٿلايو پٿلايو... پر شهباز ته شهناز جي پٺيان پهچي چُڪو هو.

حياتي تائين شهناز ڀڄندي رهي ۽ هينئر شهباز هُن جي پٺيان ڀڄي رهيو هو. ڀهرين نفرت ڪرُ ڪنيو ته دنيا ڏڪي وئي، پر محبت جي ڪشش، محبت جي قوت... پهاڙن کي به ميڻ ڪري ڇڏيو. پٿرن کي به ڳاري ڇڏيو... ۽ اُهو سنگدل جنهن پٿرن سان محبت ڪرڻ پنهنجو اصول بنايو هو... آخرڪار محبت جي قدمن ۾ اچي ڪريو زندگيءَ کان مُنهن موڙي.





سائين شاهنواز شاهہ ’عارف المولىٰ‘ هڪ گهڻ پاسائين شخصيت جو نالو آهي. پاڻ درگاهہ حضرت هادي حسن بخش شاهہ جيلانيءَ جا ٻيو نمبر گادي نشين هئا. جيتوڻيڪ سندن حياتي گهٽ هئي ۽ صرف 9 سال گادي تي رهيا، پر سندن دؤر درگاهہ جو سونهري دؤر هو. پاڻ هڪ ئي وقت روحاني پيشوا، پير، زميندار، سخي، فقير، اديب شاعر ۽ راڳ ويراڳ جا شوقين پڻ هئا.

سائين عارف المولىٰ حضرت هادي حسن بخش شاهہ جيلانيءَ جو ڪلام وڏين ڪوشش سان هٿ ڪري، اُن کي سوڌي سنواري سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ڪيو. سندس ڪيترائي شعر ۽ مختلف لکڻيون مختلف رسالن ’اديبِ سنڌ‘، ’فردوس‘، ’عام راءِ‘، ’مهراڻ‘، ’نئين زندگيءَ‘ ۽ ٻين ۾ شايع ٿيون. هن کان اڳ سندن شاعريءَ جو ڪتاب ”ڪشتي منجهہ ڪٺا“ ڇپجي چڪو آهي، جڏهن تہ سندن شاعريءَ جو اجان ڪيترو ئي مواد اشاعت هيٺ نہ اچي سگهيو آهي.

عارف المولىٰ جي سنڌي ادب ۾ سڃاڻپ نہ صرف شاعر طور آهي، پر هو وڏو افسانہ نگار ۽ ڪهاڻيڪار هو ڪيس ادب لطيف سرجڻ تي بہ وڏي دسترس حاصل هئي. هي ڪتاب سندن لکڻين جو ٻهريون مجموعو آهي. اميد تہ سندن ٻيو مواد بہ ڇپائي پڙهندڙن تائين پهچايو ويندو.

آئون مبارڪباد ٿو ڏيان حضرت هادي حسن بخش شاهہ جيلاني اڪيڊميءَ جي چيئرمين سيد يار محمد شاهہ ’عابد المولىٰ‘ کي جنهن جي ڪوشش سان ۽ ساٿي احسان علي لغاريءَ جي محنت سان هي قيمتي مواد ڪتابي صورت ۾ پڙهندڙن تائين پهتو.

**نور سنڌي**

ايڊيٽر، پيج پٽائي ميگزين

چيئرمين، سنڌ صحافي سنگت